# گلستان عبرت

## عمدن افسانن جو مجموعو

از

## محمد عثمان ڏيپلائي

ايڊيٽر "عبرت" حيدرآباد سنڌ

قيمت ٠-٠-٥

ملڻ جو هنڌ

## اسلاميه دارالاشاعت

نزديڪ زنانه اسپتال حيدرآباد سنڌ

اسلاميه پرنٽنگ پريس حيدرآباد سنڌ.

# شڪنتلا

## جي

## قدردانن جي نالي ٿي!

هيءُ ڪتاب ”سنڌ سينٽرل ائڊوائزري بورڊ آف سنڌي لٽريچر“ جي اُنهن ميمبرن جي نالي تي معنون ڪريان ٿو جن هڪ سال منهنجي ڪتاب

**”غازي مصطفيٰ ڪمال“**

کي ناپسند ڪري ”شڪنتلا“ نالي ڪتاب کي پسند ڪري ڪيس انعام ڏنو ۽ سنڌ سرڪار جي پڇا تي ڪيس سفارش ڪئي ته ”غازي مصطفيٰ ڪمال“ جي مصنف کي ”انعام“ بدران ”جيل“ ڏيڻ کپي، جنهن هڙ ۽ باغيانه ڪتاب لکيو!

افسوس جو دونهي اڃا تائين انهن صاحبن جا نالا ميسر ٿي نه سگهيا اگر ڪري آهه اهي هٿ ڏئي نه سگهيا جيڪڏهين هٿ آيا ته ايندڙ ايڊيشن ۾ درج ڪيا ويندا.

ڏيپلائي

# فهرست


هر قسم
جي ڇپائي لاءِ
ڏسو
اسلاميه پريس

# ديباچو

مختصر افسانا انساني طبيعت تي هڪ خاص اثر ڇڏين ٿا ۽ اصلاحي راهه ۾ وڏا مددگار ثابت ٿين ٿا، ڪافي عرصو ٿيو جو سنڌ جي قابل فخر هستيءَ مسٽر عثمان علي انصاري ايم - اي سنڌس اوريجنل افسانن جو هڪ مجموعو ”پنج“ جي نالي سان شايع ڪري سنڌ جي اديبن کي هڪ نئين راهه ڏيکاري، جنهن کانپوءِ انهي بعد سنڌ جا اديب به انهي ڍنگ سان طبعزاد افسانا لکڻ لڳا.

راقم الحروف به ١٩٤٢ کان وٺي عبرت جي وسيلي مختصر اصلاحي افسانا شايع ڪندو رهيو آهيان، عبرت جي افسانن جو هڪ ننڍو مجموعو ”گلشن عبرت“ جي نالي سان هن کان اڳ شايع ٿي چڪو آهي، جنهن کي سنڌ سينٽرل ائڊوائيزري بورڊ آف سنڌي لٽريچر پسند ڪري انعام ڏنو آهي، سنڌ جي تعليم کاتي انعامي لئبرري طور منظور ڪيو آهي ۽ سنڌ جي پبلڪ به چڱي انداز ۾ خريد ڪيو آهي،

اهڙي همت افزائي جي اميد ۾ هينئر هيءُ ٻيو ڀاڱو مجموعه ”گلستان عبرت“ جي نالي سان شايع ڪجي ٿو. اميد ته اڳ وانگر هي ڀاڱو به تعليم کاتو ۽ پبلڪ هن کي پسند ڪندي.

حيدرآباد سنڌ
۱۲ ڊسمبر ۱۹۴۹ع

ڏيپلائي

---

## نوٽ

ڪتاب ۾ حروف جوڙڻ جون غلطيون تمام گهٽيون رهيل آهن جي درست ڪري پوءِ پڙهڻ گهرجن.

هي ڪتاب هينئر قريب الختم آهي، قدردانن همٿايو ته سنڌس تصنيف اليڪشن ڪنديءَ ڇپائي ۽ عمدن پنن ۾ ٻيو ڀيرو شايع ٿيندو.

یا رب یہ التجا ہے کرم تو اگر کرے
وہ بات دے قلم کو جو دل پر اثر کرے

# نعرہ مجاہد

(از ابو البیان حماد — کوثر)

ہم راہ خدا میں تن، من، دھن، ہر چیز لٹا کر چھوڑیں گے
جیسی بھی ہو، اپنی روٹھی ہوئی خالق کو منا کر چھوڑیں گے
کاشانۂ دل میں الفت کی فانوس جلا کر چھوڑیں گے
بچھڑی ہوئی سب انسانوں کو آپس میں ملا کر چھوڑیں گے
منجدھار میں امیدوں کی کشتی گرداں قسمی ہی قسمتی دو
موجوں کی تھپیڑی خود ہی اسے ساحل سے لگا کر چھوڑیں گے
آثار و قرائن کہتے ہیں یہ دور بدلنے والا ہے
مظلوم کی نالی خوابیدہ بخت کو جگا کر چھوڑیں گے
طاغوت سے رشتہ توڑ چکے، اللہ سے رشتہ جوڑ چکے
ہم جسم میں جب تک جان رہی یہ عہد نبھا کر چھوڑیں گے
دنیا سے یہ شرک و بدعت کی گھنگھور گھٹائیں چھٹ جائیں
ہر شخص کو ہم جو درس نبی اور عہد پلا کر چھوڑیں گے
آلام کی ماری دنیا کو پیغام سکوں پہنچائیں گے
گمراہوں کو راہ پر لائیں گے سوتوں کو جگا کر چھوڑیں گے
منزل کی طرف بڑھتے ہی رہیں گے اب روک انہیں سکتا کوئی

# ڪيٽنپار جو ٻڪر

## (دلچسپ سچو افسانو!

( ١ )

ڪڙي تعلقي جي هٽڙي لڳي شهر وٽ ٻاڪراڻي جو ڳوٺ آهي جتي گهڻو ذات جا مسلمان رهندا آهن ، ٻوسان چالهين جو ڳوٺ به آهي ـ اهي خواه ٻيون اڪثر ـ سامت ذاتيون هندن مان مسلمان ٿيل آهن ۽ پوري خبر نه آهي ته اهي ڪيئن ۽ ڪڏهن کان مسلمان ٿيل آهن پر معلوم ٿو ٿئي ته جن بزرگن هنن کي مسلمان ڪيو ٿي وڳو انهن جا مسلمان بنائي ڇڏيا ۽ ڪين اسلامي تهذيب خواه تمدن مان پوري طرح بهره ور نه ڪيو ، جنهن جو نتيجو هي ٿيو ته نه فقط سندن عقائدن تي قبر جي پوڄا ڪرائيندڙ پيرن جو قبضو آهي پر هندو ڪي زماني جي ديوتائن جو قبضو به قائم آهي.

انهي ٻاڪراڻي ڳوٺ ۾ هڪ محمد صديق گهوٽو جو پٽ ڄائو ، سندس عزيز مولوي الهڏنو گهوٽو اچا پڙهندو هوان کي اها خبر ملي ته ڪيس مبارڪ ذبح لاءِ ٻڪي ڏيڻهن الي ويو ، مبارڪ ذبح بعد ڏٺائين ته هڪ ٻڪر به الي بدل آهي ، هن ڪلي ڇيس "عقيقي لاءِ

ته ٻه ٻڪر به الي بدل آهي ، هن ڪلي ڇيس "عقيقي

لاءِ ته ٻه ٻڪر گهرائبا آهن نوڪرن ڪٿان آڻايو آهي؟"
محمد صديق جو جواب "عقيقي جو رواج ته ٻالڪ
وٽ ڪونهي، هي ٻڪر "ڪنٽهار" سائين جو آهي
جو جلسي لئي سائين جي آستاني تي وٺي
ڪهنداسون!"

( ٣ )

مولوي صاحب حيران ٿي ويو، هن پڇيو اهو آستانو
ڪٿي آهي؟! محمد صديق جواب ڏنو ته پنهنجي ٻو
ء صحبت چاليهي جو ڳوٺ آهي اتي ڪنٽهار ولي جو
ڪمرو به آهي ۽ آستانو به آهي، ڪنهنکي ڪو مطلب
مراد گهرڻو هوندو آهي ته ڏهاڙي تي اچي اتي
پاسون پاسيند ۽ منتون ڪندا آهن پوءِ ڪنٽهار ولي
سندن مرادون پڄائيندو آهي ته الهي. جا ٻڌوارا ۽
منتون وٺي ڏيندا آهن، مونکي به اولاد ڪونه
ٿي ٿيو، اتي وڃي پاس پاسيسون، ولي جي دعا سان
ڇوڪرو ڄائو ٻو وقت ٻڪر ولي ٻڌو اثر ڏاڪڻي اتي
وڃي ڪهي ايندا سون!"

هن ايتري گفتگو ڪئي ته ڳوٺ مان ڪي زالون
آيون جن ٻڪر اڳيان اَن وڌو ڪنهن ٻهاريون ٻڌون ۽
ڪنهن چوڙيائون، ٻو ڏنگ ۾ آيو ته اڳ به ان طرح ٻين
زالن به ان سان وڏو هو جو ٻڪر صاحب اڳيان چڱو
ڍڳ ٿيل هو.

( ٣ )

مسلمان سڏائيندڙن، لا اله الا الله کي مڃيندڙن جي
هي حيرانيءَ ستي مولوي صاحب کي ڏاڍي ڏکي
لڳي، هن چيو ته ”محمد صديق! اسين مسلمان آهيون
اسان جو عقيدو آهي ته لا اله الا الله يعني هڪ الله
پاڪ کان سواءِ ٻيو ڪو به بندگيءَ جو لائق، ڪو به
مددگار، ڪو به مشڪل لاهيندڙ، ڪو به پٽ ڪيسو
بخشيندڙ ڪونهي، انهيءَ رهس اسان کي هوڪا
مهرباني الله پاڪ جي ٻارڏان ٿي سمجهڻ گهرجي
هوڪا خيرات خاص انهيءَ الله پاڪ لاءِ ٿي ڪرڻ
گهرجي، پٽ لوڪي خدا پاڪ ڏانهن، خيرات ڪرڻ
ڏر ڪيتمار جي، اها ڳالهه ڪا عقلمنديءَ جي
آهي؟

( ٤ )

محمد صديق ڪجهه همت ڪري ويچار ڪيو ۽
چوڻ لڳو ”مولوي صاحب! اوهان کي رڳو آهي
ڪتابن جي خبر، اسان جا وڏا هميشه اهي رسمون
ڪندا آهن ۽ اسين به هر ڳالهه ۾ ڪيتمار اولياءَ جون
مڃتائون ڪندا آهيون اڄ اوهان جي چوڻ تي اهي
رسمون بند ڪريون ته اسان جي مال ۽ اولاد کي
جهڙو ڪيتمار ولي سخت نقصان پهچائي ڇڏيندو.
مولوي صاحب هن پڪي جواب ڏنو ته ”ڇا ڪيتمار
وليءَ ۾ ايڏو سڀ طاقت وارو آهي جو هر هنڌ هر ڪنهن

کي فائدو ۽ نقصان پهچائي سگهي ٿو؟“

محمد صديق جواب ڏنو ”بيشڪ، ولين کي وڏي پهچ آهي، هو سڀني منڪرن کي اهڙي ته ڪسوٽي هيٺ چاڙهيندا آهن جو ٻل ڪانئيندو رلندو آهي.“

مولوي صاحب هي دليل ٻڌي پڪو خيال ڪيو ته هي وهم هنن جي دلين تان پري ڪرڻ انتهائي ضروري آهي ۽ جيستائين هنن سان حضرت ابراهيم عليه السلام واري ڪار نه ڪبي تيستائين هنن جو دين حنيف تي اچڻ محال آهي.

( ٥ )

اڃا سج ئي مس اڀريو هو ته ڳوٺ جي هر گهر ۾ مولوي صاحب جي طرفان خيرات جو گوشت پهچي ويو جي خدا ڪارڻ خيرات ڪئي الـــم ارواح کي پهچي موڪليان ٿو. ڳوٺ وارن ڏاڍو خوش ٿي کاڌي ليولون ڪيون پر ڪلاڪ ڏيڍ کن رهيو ته صحيح چانهن جي ڳولا ماڻهــن جو دلب اچي وار ڇڏي ”ڪمتار اوليا جي آستاني جي اوڙهڻ، کي ڪنهن باه ڏيئي ڇڏي آهي ۽ سڀڻس ڪنڌو اسان ڪنهن خبرچن ويڙهي ساڙي ڇڏيو، پر ڪڏهن اوڻان جي ڳوٺ وٽ پهتا آهيون پر مال جي اچ وڃ سبب پير ڪري ته اوڏي سڀوءِ. حالي اوهانجي ڳوٺ جي پيرن جي پيتا ڪرائيندا سون.

هاڻي ڳوٺ وارن جي ڪچهري لڳي وئي ۽ اهي مثالون ٻڌي عالمن ته محمد صديق ته ڳالهيون ڪانه ڪندو اچي ويٺو، چي "ڀائرو! مون اوليا صاحب جو ڪڪو ٻڌو هو سو واپس ڇڏي ويو صبوح جو گهٽي ڳولا بعد ڳوٺ جي ٻاهران سندس اوجهڙ ۽ آنڊا پيل ڏٺم آ، معلوم ٿو ٿئي ته اهو ڪنهن منڪرو کڻي ڇڏيو."

هي ٻڌي سڀني کي آگ وٺي وئي ۽ وڏي جوش مان چوڻ لڳا ته "هي ٻڌي ڪم ڪنهن هڪڙي اوليائن جي منڪر جا ڪيل آهن هاڻي الهي کي ڳولي اهڙي سيکيت ڏجي جو ياد ڪندو وهي!"

( ٦ )

اڄ مولوي صاحب به مرڪندو اچي ويٺو ۽ چوڻ لڳو "ڀائرو! ڳولا جي تڪليف جي ضرورت ڪانه ڪاهي، ڏوهي اوهان جي اڳيان ويٺو آهي، ٻيو ڏاهي دليا چوندي آهي ته حاڪم اهو جو ڇڏي ماري، اوهين مون کي سيکت ڏيو ته رسوا آهيو ٻيو ويٺو آهي ته ڪجهه ٻڌو!"

مجمع جوش مان آگ ٿي ويو ڏي ڏسڻ لڳو ۽ ڪن جو ته ارادو ٿيو ته بس هاڻي ٿي ڪٽي ڳيٽرا ڳيٽرا ڪريو ته ٻيو محمد صديق کين چيو ته "ڀائرو! مولوي

ڳالھ واجبي ٿو ڪري، مولڪي چئي پر نہ ڪجھہ ٻڌائيس“
سڀني لاچار ٿي چيو ”چڱو ٻڌائينس!“

محمد صديق هاڻي ڏانھنس ڏسي چيو ”مولوي!
تو هي ٻئي ڪم ڇو ڪيا؟“

مولويءَ کلي چيو ”تہ جهڙو مرشد حڪم ڪري
۽ آئون ان جي تعميل نہ ڪريان؟“

محمد صديق ڇرڪي چيو ”ڇا، مون توکي
ائين چيو؟

مولوي- جي ها، توئي چيو!

محمد صديق- ڇا ٿي چئين؟ مون توکي ڪڏھن
ائين چيو؟

مولوي- تو موکي صاف چيو تہ ڪيترا
وليءَ جي دستن کي جيڪو ٻڌ نہ ڏيندو ان کي ولي
صاحب ڪنڌوي ھٿي ماري ڇڏيندو، مون بہ اھو
آزمودو ڪرڻ شروع ڪيو آھي ۽ الله پاڪ لي پروسو
وکي سنڌس توڪل حڪمن موجب ڪيترا جو ٻڪر ۽
آستانو ختم ڪيا اٿم، ھاڻي جي اوھان پرڪا خدا پاڪ
جي طرفان ڏري بہ سمجھہ آھي تہ ويھي ڏسو تہ
مون کي ڪيترا جانو ڪري.

ھي ٻڌي ڪيترا جي آستاني جو مجاور ڇوڪ لڳو
”ڪر ٻخس ڪجھہ توکي ازل کنيو آھي ڪيترا توکي
اھڙي سزا ڏيندو جو ڪنل ٻکري وانگر ڇڙيون ھڻي
۽ پونڊڙ لوڙھي وانگر جلي مري ويندين.

مولوي صاحب ڪلي چيو ”بس، جيڪڏهن ڪنڀار
۾ اها طاقت آهي ته پوءِ اوهين مونکي چٽي ڏيو
پاڻهي ڪنڀار ۾ آءٌ اهڙي ڏانيندا سون، پر جي مونکي
الله پاڪ هوڪو اهن عطا ڪري ته پوءِ چڱو اٿو !
اوهين بس الله پاڪ کان سواءِ ٻين سڀني کان منهن
موڙي هڪڙي اهي کي ئي ٿو چيو، هڪ اهي ڏان
ئي مطلب مرادون گهرو، هوڪو ڏڪ سڪ اهي ڏان
ئي سمجهو.!“

( ٧ )

پڌلڙن ئي چپ پڇي وائي، محمد صديق ئي
خاص ڪري اثر ٿيو ۽ چوائين، بيشڪ مولوي صاحب
ٺيڪ ٿو چوي هاڻي، جيڪڏهن هن ڏي ڪنهن هٿ
ڪيو آهي ته ان هٿ کي منهنجي ئي ڪهاڙي پٽرا پٽرا
ڪندي ۽ آءٌ صاف چوان ٿو ته جيڪڏهن اڄ
کان پوءِ ڏينهن الدر مولوي صاحب کي ڪجهه ته
ٿيو ته آءٌ به هڪدم اهي ڪنڀار جا ڏاڳا ٽوڙي شريعت
موجب عقيدو ڪري اهي هڪ الله جو ٿي ويندس.

صحبت جي گهوٽ وارو مجاور جنهن جو ڪڏران
ئي اهن لڏران ۽ ٽڳين ئي هو سو گهٽيءَ پل ڪانئو
لڳو پر خرد اهي گهوٽ وارا به محمد صديق جو پاسو
وٺي بيهي رهيا هاڻي هو ڇا ڪري.
جاء الحق وزهق الباطل ان الباطل ڪان زهوقا.

(حق آيو ۽ باطل نابود ٿيو ۽ باطل نه آهي ئي نابود ٿيڻ لائق.)

( ٨ )

آرام ڪيل پنج ڏينهن گذري ويا ۽ خدا جي فضل سان مولوي صاحب کي مٿي ۾ سور به ڪونه پيو. اهي وچ ۾ ڪيترا جي پوڄارين گهڻيئي ڪوششون ڪيون ته مولوي کي نقصان رسائين، مگر اڪو ڪيائون وڏو مڇون هڻيائون ۽ جڏهن کي رب ڏکي ڦٽڪي ماري ڪيو.

پنجن ڏينهن بعد محمد صديق به چيلا ڳوٺائي شريعت محمدي ۾ موجب عقيقو ڪيو ۽ پنهنجي ڳوٺ جي ماڻهن کي دعوت ڏنائين. دعوت کائڻ بعد مولوي صاحب کين وعظ ٻڌايو ته:-

پيارو! جيڪا حالت ۽ ڪارڙ توهان مون تي ڪئي آهي سا ساڳي هزارين ورهيه اڳ، سيدنا حضرت ابراهيم عليه السلام سان به اولياڻن جي پوڄارين ڪئي، جا قرآن شريف جي سورت انبياء ۾ بيان ڪيل آهي، ته جڏهن حضرت ابراهيم کين چيو ته هي "ڪهڙا بت ناهها آهن جن لئي ڏها ڪيو ۽ بند ڪيون ٿا ڪريو؟

چيائون "اسان ته پنهنجن وڏن کي انهن جي شيوا ڪندي ڏٺو ۽ اها ئي پيا ڪريون!"

حضرت ابراهيم چيو ته "اوهين خواهه اوهان جا وڏا سڀ گمراهه آهيو!"

چيائون "سچ ٿو چوين يا چرچا ٿو ڪرين؟"

حضرت ابراهيم چيو "آءٌ اها ڳالهه بلڪل سچ ٿو چوان ته اوهان جو ڌڻي، اوهان جو ڪارساز، اوهان جو مرادون پڄائيندڙ، مشڪل لاهيندڙ، مدد ڪرڻ جو لائق، پڪارڻ جو لائق فقط هڪ اهو ئي ڌڻي آهي جو آسمان ۽ زمين جو ڌڻي آهي جنهن ئي هنن کي پيدا ڪيو آهي، پر ڪوبه نبي يا ولي الاهي لائق ڪونهي!"

پوءِ حضرت ابراهيم دل ۾ پڪو ارادو ڪيو ته هنن کي سمجهائڻ خاطر سندن اوليائن ۽ الاهن جا بت ضرور ڀڃندس ۽ سندن وڃڻ بعد وڏي بت جي بت کان سواءِ ٻين سڀني جا بت ڀورا ڀورا ڪري ڇڏيائين.

هو جڏهن موٽي درگاهه ۾ آيا تڏهن باهه ٿي ويا ۽ سڀني مڙي حضرت ابراهيم کي چيو "اسان جي اوليائن سان هيءَ حالت تو ڪئي آهي؟"

حضرت ابراهيم چيو "بلڪ اهو ڪم ڪيو هوندو سندن وڏي بت، اوهين ڪيئن کانئن ٿا پڇو جي جواب ڏيندو ته!"

هنن تي ڪنڌ جهڪائي ڌڪا تي چوڻ لڳا "توکي ته خبر آهي ته هي ڳالهائي نٿا سگهن!"

يعني بيشڪ مون پنهنجو منهن ٻين سڀني طرفن
کان موڙي انهيءَ هڪ هستيءَ ڏي ڪيو آهي جنهن
آسمان ۽ زمين بڻايا آهن ۽ هرگز ان سان گڏ ٻئي ڪنهن
کي به قدرتن ۾ ڀائيوار ڪين سمجهان.

بيشڪ منهنجي بندگي، منهنجو اٿڻ ويهڻ، منهنجي
سموري حياتي ۽ منهنجو موت سڀ انهيءَ هڪ الله
لاءِ ئي آهي جو ٽي جهانن جو پالڻهار آهي!"

انهي صاف اعلان ڪري اوليائن جي پوڄارين مٿس
چڙي ڪيس ڪٺي باهه ۾ وڌو پر الله پاڪ جي حڪم
سان ڪيس باهه به ڪو به نقصان نه ڪيو.

سو ڀائرو! اڄ به انهي الله پاڪ جي سچي موحد
بندي حضرت ابراهيم جو پوئلڳ آهيان اوهان
مونکي نه ڪٽڦار جي باهه جي حوالي ڪٺي ڪيو پر
الله پاڪ مونکي امان ڏني ۽ ڪيٽڦار منهنجو ڪجهه به
بگاڙي نه سگهيو.

پر سچ ته هيءُ آهي ته اهي ڪٽڦار ۽ ٻيا نالا لــ
ائين آهن جن الله پاڪ قرآن شريف ۾ فرمائي ٿو ته
إن هي الأسماء سميتموها أنتم وآباؤكم ما أنزل الله
بها من سلطان يعني اهي ته هڪڙا نالا آهن جي اوهان
۽ اوهان جي وڏن ڪٺي خدائي ڪالن جا جمعدار
ڪري رکيا آهن باقي الله پاڪ ته انهن لاءِ ڪابه سند
ڪانه لاٿي آهي!

سو ڀائرو! اوهان به جهڙي ڪنهن جا اولياء، پيرين

ڏيڍ جا اولياءَ، رزق جا اولياءَ، بيمارن جا اولياءَ، شادي ڪرائڻ جا اولياءَ، مشڪل لاهڻ جا اولياءَ وغيره ٺهي بڻايا آهن ته الله پاڪ نه ڪتاب سنت ڪالهه لائي آهي هن ته قرآن پاڪ ۾ بار بار چيو آهي ته فقط مون هڪڙي کي ئي سڏيو ۽ مون هڪڙي کان ئي مطلب مرادون طلب ڪريو. اٿي ڪنهن کي به منهنجي بادشاهيءَ ۾ ذرو به اختيار ڪونهي.

هي وعظ ٻڌي محمد صديق ته هڪدم اعلان ڪيو ته:- ته هڪسائين هڪي سالهن هزارن- بنائي وقت ۾ ٻان ڏان پاڻي؟ ڇڏيا مون لائق عزالت کل جا. اکين واري سعدي ٿي ڀڙاهاڻي

ڪچاڙي لئي ڪيان ڪاسا بين جا.

ته ڪنهن اٿي ٻوڪ ٻورو ري پهائي ؟
ته ليٿي جهنڊن ڏٺي ٿي جهنڊ لاهيان
بنا رب هيءَ بناوت ڪنهن بنائي ؟
وچان چاڪاڻ سٺان ٿي سلامي
ته ڪنهن آڳي بنا لائي اگهائي ؟
ڏيان چوويهه وارياڻ واڻيون ڪره ؟
ته رب ري پٽي ڏام واڻي ڪه سائي ؟
ڏسان ڪل ڏيهه جو ڏاڍو هڪڙو
ادا ڪونڌ الي آبسع اجائي
پسان مالڪو ملڪ ملا مشائخ
ڏڪو چئي مون ڏمر جن ڏيهه مچائي
پلي واصي رهي راضي ته ان ۾

انسان ته ڪنڀار جي ٿوڇا ڇڏي هڪ الله پاڪ جي ٿوڇا اختيار ڪئي.

(نوٽ:- ناظرين کي هي پڙهي حيرت ٿيندي ته ٺٽي جهڙي وڏي ۽ علم واري شهر ۾ به، اهي کوهه جي ڇاڙي تعلقه جي ڇپاهار ڳوٺ سان لاڳاپيل آهن تن جا ڪي جاهل مرد ۽ عورتون اڄا به ڪنڀار جا پوڄاري آهن. هو مخفي طرح انهيءَ جا ندرانا ڪيئندا آهن ۽ ڏالون ڳانو ڪوشش نه ڪانه ٿيندا آهن ته متان ڪنڀار ٿو ناراض ٿئي ڪاوڙ جي پت ڏيڻ پند نه ڪري ڇڏي!

---

# ٽيپلائي

جا

## عمدا اسلامي تاريخي ڪتاب



سيرت المصطفيٰ رسول اڪرم صلعم جي سيرت مفصل ۽ دلچسپ ناول جي صورت ۾ ڇهه سو صفحا مڪمل مجلد قيمت ٦-٠-٠

خلفاء الراشدين - حضرت جن جي چئن يارن ۽ امام حسن رض جا حالات قيمت ١-٨-٠

شهيد ڪربلا - دلچسپ ناول ۽ صحيح واقعات قيمت ١-٠-٠

ملڻ جو هنڌ:-

مئنيجر رسالہ عبرت اسلاميه دارالاشاعت حيدرآباد سنڌ.

( ١ )

پهچي طرف جواد حسين اُلي هڪ سروي آفيسر
هو، سرڪاري نوڪر اڪثر مذهبي مطالعه کان
ڪورا ٿيندا آهن مگر هو پنهنجي فرصت جو وقت
مذهبي ڪتابن جي مطالعه ۾ ئي گذاريندو هو ۽ پنج
جيتري نه سگهندي هيس اوتري مذهبي پابندي
به ڪندو هو، مگر ان سان گڏ اها به حقيقت هئي ته
هو اهڙي ڳالهه جو نهايت شائق هوندو هو ته هر مذهبي
ڳالهه کي عقل سان پرکجي!

هڪ دفعه جمعه جي خطبي کي اوجه سان ٻڌي
رهيو هو ته امام فرمايو "يارو! رسول الله صلي الله عليه وسلم
جن فرمايو آهي ته نيل ندي جنت جي جهلن مان
نڪري ٿي، ڏسو ته سهي، ڪٿي جنت ڪٿي نيل،
پر رب جي قدرت آهي جو ڪنهن نامعلوم طريقي
سان جنت مان پاڻي اچي درياه کي رواني ڏيو!
سبحان الله!"

حاضرين سڀ "سبحان الله" "سبحان الله"
چوڻ لڳا مگر جواد حسين جي دل نهايت پريشان
هئي؟ هن کي اها ڳالهه ڪنهن به طرح هضم نه ٿي
ويئي ته ڪو جنت مان نيل نديءَ کي پاڻي پهچي سگهي
ٿو، ڀلا جو شخص نظام شمسي جاڻندڙ هوندو تنهن جي
هضم ۾ هلچل نه پيئي ويندي ته جڏهن جنت

دنيا کي ٻاٽي ڪوڙي طرح ٻڌائي سگهندو هوندو!

(٢)

نماز ختم ٿيڻ بعد مولوي صاحب جي ٻئي ۾ وٺي
هٿ مصافحه ڪري عرض ڪيو "حضرت! مهرباني
ڪري مونکي سمجهايو ته چنڊ مان نور نڪري ٿو ۽ ٻاٽي
ڪيئن وسندو هوندو، هو ته گردش ڪئيندو ڪنهن
مهل ته نور دنيا جي بلڪل ابتي طرف ڪيان ٿو لڳي
ويندو آهي!"

مولوي صاحب يڪدم اکيون ڪڍي چيس

"اسڪولي شيطان! تون رسول الله صلعم جي حديثن کي
ڪڏهن جي تعليم مان تو پڙهيو؟ تنهنجي اهڙي جراءت
جو مذهب ۾ عقل کي دخل ٿو ڏين؟"

جواد حسين سندس منهن ڏي ڏسي چيو: "ڇا،
تنهنجي مذهب ۾ عقل کي ملائڻ ڪونهي؟"

مولوي صاحب جواب ڏنو "بلڪل نه، مذهب
جي هر ڳالهه تي ٻنا سوچ ويچار جي ئي ايمان آڻڻو
آهي!"

جواد حسين چيو "ڀلا پوءِ جو قرآن شريف ۾ بار بار
عقل آڻڻ جون هدايتون ڪيل آهن سي ڇا لاءِ؟"

مولوي صاحب ۾ هاڻي ٻڌڻ جي طاقت نه رهي؛
ڪڙڪ ڪري چيائين "ملعون! شيطان! اڪرهتان
تو جهڙن ڪافرن محشرن جهڙو منهن ڏسڻ به گناه

ڪالهه ٽيهين اٺين وڳي بعد هڪ وائس جو سنديس
رڳي گوري آفيسر کيس گهرايو، جنهن ۾ اچي وڳي
ئي هن کان پڇيس " مسٽر جواد حسن! اوهين پنهنجي
نهايت هوش ليکڻا ۽ ڄاڻ موجب ٽائين دنيا جي ڪنهن
۾ علمي سفر ۾ ڪٿي ٿيندي ۾ اسين ڪامياب ٿي
ويا سون ۽ جلدي دنيا جي اخبارن ۾ اسان جي
پارٽيءَ جو نالو وڏن هيڊلائين سان ڇپبو!"

" جناب! اها ڪهڙي؟"

" اها هيءَ، جو اڄ تائين اها ڪنهن کي خبر نه هئي
ته ڇنڊ ۽ ڌرتيءَ جو مفهوم ڪيترن ليکوي ٿو؛ اسان
جي پارٽيءَ اهو پورو ريچ ڪيو آهي، ستائي
سوال اسين سڀ اٿي حلندا سون؛ اٿي جي سروي
ڪندا سون!"

جواد حسن مرڪي چيو، " حضور! اهو ڪهڙي
هنڌ آهي؟"

صاحب ۾ مرڪي چيو " اچهو ٻر سان سٽن ميلن
تي " جبل القمر" جي وچ ۾"

" جبل القمر" جواد حسن جي وڏ اڪري وڌي
" چنڊ جو جبل" هن کي اختيار چيو " چنڊ جو جبل!"
آه! " چنڊ جو جبل!" هو کي ڪاڻ ڪي ٻار ٻار " چنڊ
جو جبل" چوندو پنهنجي ڪمري ڏي هليو ويو.

(۴)

آفيسر جواب ٿي ويو ته هي جا آهي، هو ڪجهه

وقت نه سوچيندو رهيو پر حوالگيءَ هنکي وٺي نه ڏنو، هو آهستگيءَ سان اٿي جواد حسين جي تنبوءَ ڏي ويو، پٽيوالو تنبوءَ جي ٻاهران بيٺل هو صاحب کي ڏسي هو وڌي آيو، هن پڇيس "تنهنجو صاحب ڪٿي!"

پٽيوالي ادب سان جواب ڏنو "حضور اجهو هاڻي "چنڊ جو جبل" "چنڊ جو جبل" ڪندو اچي تنبوءَ ۾ گهڙيو ۽ بي اختيار سجدي ۾ مٿو رکي روئي رهيو آهي!"

آفيسر هنکيءَ خاموش رهڻ جو اشارو ڏيئي تنبوءَ جي پردان ويو، هڪ طرف ٽنگ مان ڏسڻ لڳو ته آخر هي ڪهڙو راز آهي؟

جواد حسين ساڳيءَ طرح سجدي ۾ هو، هو خوب روئي سڏڪا ڀري رهيو هو، ڏهن ٻارهن منٽن بعد هن مٿو مٿي ڪيو، اکين مان ڳوڙها وهي رهيا هئس هن هٿ کڻي چيو، يا الله! اوهان سچا، تنهنجو رسول سچو، ڪوڙو آهي اهو جاهل مولوي جنهن تنهنجي سچي رسول جي قول جي غلط معني ڪري مونکي گمراهه ڪيو ۽ پنڌرهن ورهين گمراهيءَ جي ڪن ۾ رهڻ ڏنو!

آه! اهي وقت، جڏهن دنيا کي ٻاڦيءَ ابو نه پيو ڪوٺو هو ته ليل و نهار جا پهريان پنج ڏهه ميل ڪٿان وڃي ڪاليجدا ٿا اچن، جڏهن انهن جي حالت

تڏهن هل لا ادر جي سوراي جو امر ۽ هڪ ٻئي گل جي اونڌاهن هلون!"

هن پنهنجي ڪعبة الله ڏي منهن ڪري بلند آواز سان چيو

"لا اله الا الله محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم، هڪ الله کانسواءِ ٻيو ڪو بندگيءَ جو لائق ڪونهي ۽ محمد سندس سچو رسول آهي جنهن تي الله تعاليٰ جي طرفان رحمتون ۽ سلامتيون هجن!

---

فتح فلسطين ٠-١٠-٠
از نين يورپ ٠-١٤-٠
جنگ ترڪ و جرمن ٠-١٠-٠
سومنات جي
سندوي ٠-١٢-٠
سبڪتگين ۽
جيپال ١-٤-٠
غزي محمد بن
قاسم ٢-٠-٠
غزي محمود
غزاوي ٠-١٢-٠
غزي محمد
غوري ١-٠-٠
فتح اسپين ٠-١٢-٠
شهر ايران ١-٠-٠
شيرشاه ۽ همايون
٠-٨-٠
غزي اورنگزيب
١-٨-٠
وهابين جو بابو ١-٠-٠
هوشربا شهزادي ١-٠-٠

گلشن عبرت ٠-١٢-٠
شهواجي شيش
محل ٢-٠-٠
ڪفر اس ١-٠-٠
ڪلڪواسي
ڪوڙڪو ٢-٨-٠
هندوستان جي
سچي تاريخ ١-٠-٠
اردو أستاد ٠-٥-٠
سندي أستاد ٠-٤-٠
قرآني انقلاب ٠-١١-٠
ارشد الخلفاء ٠-٨-٠
التهذيب بخري ١-٤-٠
شد القرآن ٠-١٠-٠
قرآني د قانون ٠-٦-٠
قرآني خزانه ١-٨-٠
فتوحات اسلام ١-٤-٠
فتح ايران ٠-٦-٠
ايراني شهزادي ٠-٦-٠
ريف جو مجاهد ٠-٣-٠

# آفيم جو جبل

هيءَ سنه ١٧٧٥ع جي ڳالهه آهي، خلد آشيان نواب حيدر علي خان جي فتوحات جو سلسلو سيلاب وانگر وڌي رهيو هو، ڌارواڙ ۽ اناگنديءَ جا قلعا فتح ڪرڻ بعد قلعي ڪاڪل واڙيءَ وٽ پهتا، اتي جو راجا صاحب آفيم جو ايڏو ته شوقين هو جو ڪو ٻين جون ڪوٺيون آفيم سان ڀريل هونديون هيس ته به کيس ڀؤ ته هوندو هو ۽ چوندو هو ته:-

”ٻلو ٻلو! جهڪڙهين هي سامهون جبل سڄو آفيم جو ٿي پوي!

هڪڙي ڏينهن مهاراجا صاحب باغ گهمي رهيو هو، آفيم جي نشي ۾ چور، باغ جي گلن جو ته ڪو پتو ڪونه ٿي پيس باقي آسماني پرستان يا راجا اندر جي اکاڙي جو سير ۾ ضرور ڪندو هو.

ڪلاڪ اڌ گهمڻ بعد نوڪرن کان پڇڻ لڳو.

”اسان کي محلات مان نڪري کي ڪهڙا ڏينهن ٿيا آهن؟“

نوڪرن ورندي ڏني ”ان داتا! اوهانکي اڃان ڪلاڪ به مس ٿيا آهن!

راجا صاحب ٻڏڪيون کائيندي وري پڇيو

"پلا گهٽي وقت ۾ مثال ۾ ڪهڙي سکنداسون ؟"

نوڪر وراڻي ڏني "سري مهاراج! تڪو هلو ته پڇن مٽن ۾ هلي سکهون ٿا!"

راجا ٽهڪ ڏيئي چيو ته "اڙي تڪو هلڻ ته جانورن جو ڪم آهي! اسين ته موج سان ٻوسٽان جو سير ڪندا شاهزادي وچي ٻهڻداسون، خا جلدي آهي ڇا؟ اسان مٿان ڪي وارنٽ آهن ڇا؟"

( ٣ )

قدرت ۾ ڪي ڏهين مواليءَ جا قول ڏايا جلدي اکهائيندي آهي راجا جي واڻان "اسان مٿان ڪي وارنٽ آهن ڇا؟" جو لفظ لکتو ته پٺي نوڪر اچي عرض ڪيس ته "حضور! نواب حيدر علي خان جو قاصد آيو آهي!"

راجا صاحب ٻهڪي ڪاڻي جواب ڏنو "ڪو عمدو آدم آندو اٿس؟ ڪيترو آهي؟"

"حضور آدم ته ٻه ٽي سندس خط ضرور آندو اٿس!"

"چڱو ته اون تي ڪري پڙهه ته ڇا لکيو آهي نواب صاحب بهادر!"

نوڪر خط پڙهي ٻڌايو ته "نواب صاحب لکيو آهي ته اسان سان هڪدم ملو ۽ جو هن قاصد سان گڏ وڃي اچو ته اسان جون فوجون توهان جي شهر اندر هونديون"

راجا صاحب لشي ۾ ٿي ڪلي چيو "چڱو هلو جيڪا

” پلا گهٽي وقت ۾ هلات ۾ ڀڄي
سگهندا سون ؟“

نوڪر ورندي ڏني ” سري مهاراج ! ٽڪو هلو ته پڇن
مٿان ۾ هلي سگهون ٿا ! “

راجا ٽهڪ ڏيئي چيو ته ” اڙي ٽڪو هلڻ ته جانورن جو
ڪم آهي ! اسين ته موج سان ٻو ستان جو سير ڪندا
شام ڌاري وڃي پهچنداسون ، ٻيو جلدي آهي ڇا ؟ اسان
مٿان ڪي وارنٽ آهن ڇا ؟ “

( ٣ )

قدرت به ڪڏهن ڪڏهن موالين جا قول ٻڌايا
جلدي اگهائيندي آهي راجا جي والان ” اسان پٺيان
ڪي وارنٽ آهن ڇا ؟“ جو لفظ لکتو ته پئي نوڪر
اچي عرض ڪيس ته ” حضور ! نواب حيدر علي خان
جو قاصد آيو آهي ! “

راجا صاحب پڪي ڪاني جواب ڏنو ” ڪو عمدو
آفيم آڻدو اٿس ؟ ڪيترو آهي ؟ “

” حضور آفيم ته نه پر سندس خط ضرور آڻدو اٿس !“

” چڱو ، ته نون ٿي ڪري پڙهه ته ڇا لکيو آهي نواب
صاحب بهادر ! “

نوڪر خط پڙهي ٻڌايو ته ” نواب صاحب لکيو آهي
ته اسان سان هڪدم ملي وڃو هن قاصد سان گڏ و ڪڏ
اچو ته اسان جون فوجون توهان جي شهر اندر هونديون “

راجا صاحب لئي ۾ ٿي ڪلي چيو ” چڱو هلو جهڪا

نواب صاحب جي مرضي، مون اُن کي عمدو وآفيم عطا ڪري!"

(۴)

راجا بهادر، نواب حيدر علي خان وٽ پهتو تہ نواب صاحب پڇيو " توهين اسانجي جي آڳ ميو تا؟"

وڏي خوشيءَ سان، اهيا تہ اسان لاءِ فخر جي ڳالهہ آهي!"

" نذرانو ڇا تہ پيدا؟"

" نذرانو؟ ايشور جي ديا سان ۽ نواب صاحب جي اقبال سان سوين من آفيم جا موجود آهن!"

نواب صاحب ٺهڪ ڏيئي چيو " اهو اوهان کي مبارڪ هجي"

" تہ پوءِ پيو ڇا کپيو! ڪيو پهڻ لاءِ سوين ڳنڍون؟ خدمت ڪرڻ لاءِ منهنجي زورن سان جهنجهل واٽي موجود آهي ڪمبخت هر وقت موتکي طلب پئي ڪندي آهي آءٌ تہ منجهالهس اچي ڦاٿو آهيان سرڪار کيس قبول ڪري تہ منهنجي جند ڇٽي!"

(۵)

نواب هڪ ڀيري موڪلي سنڌس سردارن کي چيو
" ڇا هي ٺي آهي اوهان رعيت جو نگهبان؟"
سردارن ڪنڌ ڪٺو هٿ ڪيو

نواب صاحب وري چيو " ڇا، اوهين هن جي حڪومت ۾ خوش آهيو ۽ توهان کي امن امان ۽ انصاف

سردارن وري به ڪنڌ هيٺ ڪٿي ڪيو.

نواب صاحب سمجهي ويو مان چيو " راجا صاحب اسان جو خيال آهي ته اوهان کي رياست جي سنڀال جي تڪليف کان ڇڏايون."

مهاراجا اچل مان ڪو ايو " وڏيءَ خوشيءَ سان! مونکي ته رڳو آدم گهر جي ڀرو ڪجهه نه گهرجي!"

نواب کلي چيو " چڱو! جيڪو آدم ڀل آهي سو سڀ اوهان کي آيو ۽ آئينده آدم خرچ لاءِ هڪ ڏيهه اوهان کي جاگيرطور ڏجي ٿي خوب کائيندا رهو"

" منظور! منظور! نواب صاحب! بلڪل منظور! اسان کي ٻين دشمن کان بچائيندا رهجو متان لشا ٽٽي ته ٻوندا وڃن عيش ۾ گهاري نه ٻوندي رهي!"

(٦)

لوڪن هي داستان ٻڌي کلندا هوندا ۽ انهن ته چوندا هوندا ته اڳئين زماني جي ٻيلڪ ڪهڙي نه بيوقوف هئي جا اهڙا حاڪم ۽ امائيندا چونڊيندي هئي پر اڄوڪي پبلڪ به ڪا گهٽ بيوقوف ڪانه آهي اهو راجا ته زبردستيءَ راجا ٿيو هو جو رياست وڏن جي ورثي ۾ مليل هئس پر گذريل اسيمبليءَ ۾ سنڌ جي هڪ لک جي ماڻهن پنهنجي خوشيءَ سان هڪ آدمي ممبر صاحب چونڊي موڪليو هو جنهنجو هڪ

اسيمبلي اجلاس ۾ ويٺو آهي ممبر صاحب آدم جي اڳ ۾ ڇڙو، ٻه سڱڻ جا سوڙ ڪري ويٺو هــو ڪانگريسين ۽ مسلم ليگين جا ٻه زور بحث ۾ ويٺا هئا، ٻر ممبر صاحب نه ٻڌڻ سان موج ڪري ۾ مگن هو.

(٧)

اوچتو هڪ ڪمبخت مکڙ ممبر صاحب جـــي ڏاڙهيءَ ۾ ڦاسي پئي. گهڻي جند ڇڏائڻ جي ڪيائين پر ڏاڙهي ڇهڙي ڪوڙاڻيءَ جي جار، مکڙ غريب جي اکين اڳيان موت ڦرڻ لڳو ۽ هوءَ ٻوڙي زور سان اڙهي جنهن ۾ انقلاب آڻڻ لڳي، هن انقلابي جهنڪار کان اوچتو ممبر صاحب جي اک کلي پئي، مکڙ کي ڪا آزاد ڪيائين پر ان وقت ڪانگريسي ڪاوڙ جي واڪ آئوٽ ڪري ٻاهر نڪري ويا هوا ممبر صاحب جـو انهن کي ٻاهر ويندو ڏٺو سو ٻاڻ ۾ آئي اڪيلو ٻاهر نه ولڻي وزير هٿ ڪري چيس ”اي ممبر صاحب! اوهين ڪيڏانهن ٿا وڃو؟“

جواب ڏنائون ”ٻي ٻيا ٿا وڃن ته آءٌ به ٿو وڃان“

وڏي وزير چيس ”اوهين ڇاڪاڻ وڃو ٿا؟“

ته اطمينان سان ڪوچ ۾ ويندي چوڻ لڳو ”اوهين ٿا چئو ته آءٌ ويهي ٿو رهان!“

يعني مطلب ته لڪا خبر ٻاهري جي لڪا اڻي جي،

نڪو اهو سماءُ ته پيا چوڻا ٻاهر وڃن نڪا اها پرواهه آهي جو ٻاهر وڃن!

هي مرحوم ممبر صاحب ڪنهن اسيمبليءَ ۾ ڳالهائيندو نه ڪو هو، هو جي سر ٻچڙي لام ڪنهن ايندو هو ته به سدائين آفيم جي ٽڪلين جو ٻڪ ڀرائيندو ۽ پاڻ ڪڍندو هو باقي ٻي دنيا اونڌي ٿئي ته هن کي ڇا، جي ڇٽ ٿئي ته هن کي ڇا!

ڪهڙي سکي ٿيندي اها پبلڪ، جا اهڙن ماڻهن کي پنهنجن قسمتن جو مالڪ ڪري اسيمبليءَ ۾ موڪلي!

نوٽ:- نواب حيدر علي خان جي مڪمل حالات جو ناول ترت ئي اسلامي تاريخي ناولن جي سلسلي ۾ شايع ٿيندو. قيمت هڪ روپيو. ملڻ جو هنڌ:-

محمد عبرت حيدرآباد سنڌ.

---

# ڊيگن جو لشڪر

ارڙهين صديءَ جي آخر ۾ ڏکڻ هندستان ۾
نواب حيدر علي خان ۽ مرهٽن جون پاڻ ۾ خوب
جنگيون لڳي رهيون. مرهٽه سردار ٽرمڪ راءِ ڪافي
لشڪر وٺي جنگيون ڪري رهيو هو، نواب حيدر عليءَ
جي سپه سالار محمد علي ڪميدان سندس مقابلو
ڪري ڪانئس هڪ مورچو فتح ڪري ورتو هو پر
ڏينهن بعد مرهٽن جو ڪو وڏو ڏينهن آيو ۽ ٽرمڪ
راءِ کي سندس پاڻ پاليٽن چيو ته هن ڏينهن تي پر
درياءَ جي سنگم (ڪڏجڪ) تي اشنان ڪرڻ سان
پاپ دور ٿي ويندا ٽرمڪ راءِ فوج وٺي ڪاويريءَ
نديءَ جي پر شاخ ڪڏجڪ واري هنڌ تي اچي
غسل ڪيو.

محمد عليءَ کي هن جي وهڻ جي خبر پئي،
سو تيار ٿي آيو ۽ جڏهن هو ٽپي ڪاٺي دريا لال کي
هٿ ٻڌي نمسڪار ڪري کيس مرادن پڄائڻ جا
سوال ڪري رهيا هوا تڏهن حيدري فوجون بـ
اچي مٿن ڪڙڪيون ۽ دريا لال سندس پوڄارڻ
جي ڪاڻ حمايت ڪاڻ ڪٿي هڪ طرف هو قتل
ٿيا ته ٻئي طرف سندس پڪڙيل فوجن تي حيدر عليءَ
... ڪا... شهزادي ٻئي طرف کان حملو

ڇڪتاڻ شروع ٿي ويئي آهي جي ڏسي حيدرعليءَ ۽ ڪمن ماڻهو موڪليو ته هاڻي بهتر آهي ته صلح ڪري ٻنهي موٽو آخر ٣٦ لکن تي صلح ٿيو ۽ مرهٽا چند ڇڏائي واپس ويا.

هيءَ جنگ ڇهه ورهيه هلي ۽ ١٧٧٦ ۾ ختم ٿي.

## نوٽ

هي ٻئي مضمون اساڻي ڪتاب "نواب حيدرعلي" تان ورتل آهن جو ڪرسٽي اسلامي تاريخي ڪتابن جي سلسلي ۾ شايع ٿيندو، اوهين جيڪڏهين هن ڪان اڳ اسلامي تاريخي ڪتابن جا خريدار نه آهيو ته هڪدم خريدار ٿيو، جنهن ۾ سال ۾ ١٢٠٠ صفحن جا هيڏيان عمدا ڪتاب ملندا.

قرآني خزانو، ٽيپو سلطان، هندستان جي سچي تاريخ ليکن جا سچا قصا، ڪاشيءَ جا ٺڳ، الپ ارسلان جي ٻروهمڻي شاهه اورنگزيب، وغيره وغيره چندو سالانو ڏهه رپيا ششماهي پنج رپيا ٽي ماهي ٢-١٠-٠ ڪوراڻي لاءِ هن اخبار ۾ ٺهيل ڪارڊ پري ٽپال ۾ موڪليو.



# گورنر جو ٽوپلو

## (١)

سنه ١٧٦٦ع ۾ انگريزن مدراس طرف ڪافي علائقا فتح ڪري ورتا هو. جنهن ڪري مدراس ۾ هندو هو، هنن جو اراده ڏکڻ هندستان ۾ وڌيڪ پير ڄمائڻ جو هو، پر حيدر عليءَ جي وڌندڙ طاقت هنن کي ڏکي ٿي لڳي، هنن دکن جي نظام ۽ نواب محمد علي خان سان سازباز ڪري نواب حيدرعليءَ جي ملڪ تي ڪرنل اسمٿ جي هٿ هيٺ ٻيا ڪٽڪهن سبب جي فوجون موڪليون، رام چندر نائڪ هڪ مرهٽو ڏاڍيل به ڏهه هزار فوجون وٺي ساڻس همراهه ٿيو. مورخ ڊيلا فوسي پنهنجي تاريخ هندستان صفحه ١٧٦ ۾ لکي ٿو ته "هي فوجون سواءِ ڪٽڪهن سبب جي ميسور تي وڌيون"

حيدري فوجون ته شهزاده ٽيپو، محمد علي ڪميدان لطفي همت جنگ، مير علي رضا خان ۽ نواب خود جي هٿن هيٺ وڌيون، هي فوجون ڳپ خون (واٽ جي جاءِ) مارچ ۽ رسد لٽڻ سان ڪين ڪافي لنگهه ڪري وڌيون هيون، انگريزن، لاچار ٿي سندن لوچ ڪمائڻ لاءِ بمبئي مان هڪ فوج منگلور تي واڪي ڪئي جنهن طرفان وارن

وڏي اهي مڪلوائي، پڻ ڪيو لڪڻ ۾ شهزادو
ٽيپو هڪڙي منهن ڏيڻ لاءِ اوڏانهن آيو، فوج ونئي
ويو، هن منگلور کي گهيرو ڪيو پر آيو، فوج هٿان
سبب ڪجهه به ڪري نه سگهيو.

نواب کي هيءَ خبر ملي، وڏيڪ فوجون نه هو
پر ڪيئي لٺ سگهيو سو چار ڪپتانن جو اٺ هزار
نوان انڌ سپاهي ڀرتي ڪري ڪين ڪاٺ جي نقلي
بندوقن جن کي اصلي جهڙو رنگ ڏنل هو سي
ڏنائين، فوج سان گڏ روانگي ٿي، وڏا جهنڊا هوا
هيءَ فوج ڏسي انگريزي سپهه سالار گهبرائجي قلعو
ڇڏڻ جو خيال ڪري لڳو. شهزادي ٽيپو به منهن
زور دار حملو ڪري ڏنو ۽ انهيءَ پريشانيءَ ۾ ڪاڻي
سامان ڇڏي ولي جي جهازن ۾ چڙهي ڀڳا نه سڌو
وڃي بمبئيءَ ۾ دم پٽائون.

(٣)

هاڻي نواب ۽ شهزادي وري اپولڏ نين محاذ ڏي
لوڄ ڪيو، اتحادين جو لشڪر به ڪافي قلعا فتح
ڪري چڪو هو پر نواب ۽ شهزادي جي واهه جي
ڄاڻ ۽ سعدن سهڻن لنگ اهڙو ڪم ڪيائي ڏنو جو
مرهٽن جو سردار ته ڪٽڪ لي صلح ڪري وڃي
پيو پهتو.

هي ڏسي نظام صاحب به پالهان ٿي ڪيا ۽ هو
صلح ڪري سلامتي موٽيا باقي انگريز مقابلو هلائيندا

رهيا نواب محمد علي ۽ ساڻس گڏ هو نواب هي ڏسي
محمد عليءَ جي علائقي پاڻين گهاٽ ڏي وڌيو ۽
ڪافي ملڪ فتح ڪري ورتائين ٻئي طرف
شهزادو ۽ مدراس طرف ڊوڪيندو وڌندو ويو.

هي ڏسي مدراس جي گورنر سنڊرس جنرل اسمٿ
کي اڻ لائق سمجهي واپس گهرائي ڪيس ڪلڪتہ
اماڻيو ۽ ڪرنل اوڊ کي ڪمان ڏنائين پر شهزادي
جون فوجون ته ڏڙا ڏڙ وڌنديون اچي مدراس جي
انگريزي قلعہ سينٽ جارج وٽ پهتيون ۽ شهر تي
ٻمباري هلڻ لڳا.

هڪڙي ڏينهن گورنر صاحب قلعہ اندر نواب
محمد علي سان صلاح ڪري رهيو هو ته شهزادي
ٽيپو جي فوج جو اچانڪ گولو سڌو اچي ميز وٽ
ڪريو گورنر صاحب کي سخت ڌڪ لڳو ۽ وتي
جو ٽپ ڏنائين ته ٽوپلو ۽ تلوار اتي ئي ڇڏي سڌو
وڃي بندر تي جهاز ۾ دم پٽيائين اتي هوش حواس
سالم ٿيڻ بعد هڪ لکيو جو ناهہ ناهمائين جو هڪڙي
قابل سپاهي آهي کي پهچڻ سلطاني فوجن جو
وس ڏيئي ڪيس سمجهايائون ته ڀوڳائڻ ڪري شهزادي
کي وڃي ڊوڪو ڏي ته نہ تہ ملڪ ۾ اوهان جي فوجن
کي شڪست آئي آهي، ڪڏهن الئي ٿيندو!

شهزادو نوجوان ۽ اڻ تجربہ ڪار هو، هو هن
ٺڳيءَ ۾ ڦاسي پيو ۽ ويو ۽ گورنر صاحب سک جو
ساهہ کنيو.

هڪ طرف سلطانن هٿ ۾ جهلي پنهنجي تلوار
پيئي وڌيو آهي!

هن شڪست لاءِ سر الفرڊ لائل لکي ٿو ته:-

"جنگ هن جنگ جي شروعات هڪ سياسي غلطي
هئي خاتمو انهي کان به بدتر نڪتو"

ڊي لا فوسي پنهنجي تاريخ هند صفحه ١٧٢ ۾
لکي ٿو ته:-

"جنگ جو خاتمو شڪست ۽ بي شرميءَ ۾ ٿيو"

هي عهدنامو لکڻ وقت نواب حيدر علي پنهنجي
مقابل شاهه انگلستان جو ذڪر لکايو، هن ايسٽ انڊيا
ڪمپنيءَ کي انهي درجي جو سمجهڻ کان به انڪار ڪيو
جو ساڻس ڪو عهدنامو ڪجي

هي خبرون انگلينڊ پهتيون ته انڊيا ڪمپنيءَ جي
ساک ايتري ڪري پيئي جو سندس حصن جي قيمت
سٺ في صدي گهٽجي ويئي!

ٿامسن لکي ٿو ته "انگريزن جي فوج ملڪ جي
گهڻي حصي کي لٽي تباهه ڪري ڇڏيو هو، وحشت
ٻڪ ٻري رهي هئي. ۽ افسوس جو هي حال هو
جو ٻار ڪڍندڙ اڻ جو ٽيڙو به ادا نه ڪندا هوا!"

٢٩ مارچ ١٧٦٦ جي صلح ٿيڻ ۽ انگل ڏيڻ لڪ
حيدري فوج اڏڻي ته ڪوڙو سان سر لڪائيندي ٻهتي جو
سندس ذڪر ڪندي به هڪ فرينچ مورخ حيران
ٿي وڃو آهي، ۽ ورهين تائين هي جلوس ڏسندڙن
کي ياد رهندو!

ٻه ڪچهري، ٻاهر نيٺ لکيو ۽ وڃي سائين ٽالپري شاهه جي حضور ۾ پهتو

سائين، ڪيس ڏسندي ئي لال اوڀائي اکيون مٿي ڪري ڏانهس نهاري چيو ”اولاد ڪيئي؟“

سيد حيران ٿي سندس قدم چمي چيو ”هائو حضور! سڀ مٽيءَ جو گهورو آهيان!“

شاهه صاحب به جلال آواز ۾ چيو ”ملندءِ! ٻي ڪر ره!“

سيد ڏاڍو خوش ٿيو؛ عرض ڪيائين ”حضور! ڪو حڪم!“

سائين جواب ڏنو ”خير خيراتون خوب ڪندو رهه، صدقه رد بلا، قول مصطفيٰ“

(٣)

سائين جي فرمان موجب هاڻي سيد خير خيراتون خوب ڪندو هو ۽ سائين جي حاضري ۾ پڻ ايندو هو. سائين وٽ سدائين سوالين جو هجوم هوندو هو، ڪيترن کي مراد ڏئي جو خود سائين به حڪم فرمائيندو هو. اهڙي طرح ڪيترائي ڏينهن گذري ويا، پر اڃا سيد صاحب مقصود کي نه پهتو

مرحوم حڪيم مولوي محڪم الدين وٽ هڪ دفعه هڪ سيد ۽ وهمن جو نزوڪ دوا وٺڻ آيو. حڪيم صاحب پڇيس ”ادا! مريد ڪنهنجو آهين؟“

سيٺ حاضر ڇٽي هليو ويو ۽ جيڪا پڇت هيس
ان موجب وڃي پتلو ٺهرائائين
جمع جي رات ١٢ ٻجي بزرگ وٽ ڪٺي آيو بزرگ
اڳيان ٻانهن ٻڌي بيٺو ۽ ورڪ پر ٻيا به ڪيترائي اهڙا
پتلا ٺهيل هوا، جي سڀ اولاد جي خواهشمندن
عرض ڪيا هوا

( ٥ )

مرشد جو حڪم هو ته چاليهه ڏينهن اسين ٻيا
ڪاٽي ٻٽي جي جلدي وظيفو پڙهندا سون انڪري
جهوپڙي کي ڪوٺ وجهو ٻه نه لنگهي نه نه يسر ڏي
ويندو ان ڪري چاليهه ڏينهن ته سڀڪو ٻاهر رهيو،
باقي چاليهين ڏينهن صبح جو مراد وندن جا مجمع
اچي گڏ ٿيا

۽ حضرت مرشد کي اول ٻڌوي کان پوءِ ڏٺو
اچي پڪارڻ لڳا پر جهوپڙي مبارڪ مان ڪوبه
آواز نه اڪرڻ سبب مجبور ٿي ٽڪن مان نهارڻ لڳا
پر مرشد نه اندر ڪونه هو، رڳو هڪ ڪاني ڪتل
هئي، انڪري لاچار ٿي در ڀڃي اندر ويا، ڏسن
ته ڪانيءَ ۾ هڪ ڪاغذ هڻيل آهي، ڪولي پڙهيائون
ته لکيل هو:-

”سڀني اولاد گھرندڙن کي دعا ٿا ڪريون تہ اوھان کي اللہ سائين اولاد عطا ڪري

آمين، اسانجي الوداع! ٽالھو شاھ عرف گل ميمڻ ڊاڪو!

مرد تہ سونا ڀلا وڃڻ ٿي منھن مٿو ھڻڻ لڳا پر زالن مان جيڪي ھيٺ سان ٿي وئيون سي اڄ تائين چونديون وتن ٿيون تہ ھيڏڪ ھو اولياءُ ھو، ٻاڙ کي وڳو نوڙھ طور ڊاڪو سڏيو الس تہ ماڻھو صدين پٺيان نہ ٿيون!



---

# غدار دکن

اڄ ڪلهه اخبارن ۾ حضرت علامه اقبال رح جو هي بيت عام هلي ٿو ته

جعفر از بنگال و صادق از دکن
ننگ آدم، ننگ دين، ننگ وطن

يعني بنگال مان جعفر ۽ دکن مان صادق، اهي ٻئي انسان لاءِ ۽ وطن لاءِ، دين لاءِ شرم جا باعث آهن

دکن جي غدار صادق جو احوال اسين هن مجلس ۾ ڏيون ٿا باقي جعفر جو احوال وري ٻئي دفعي.

غدار دکن عليه الموچڙا والپيشاب مير صادق حضرت سلطان المجاهدين سلطان فتح علي ٽيپو شهيد رحمة الله عليه جو وزير اعظم هو، هو رشوت ۽ مرتبي جي لالچ ۾ سلطان سان غداري ڪري وڃي انگريزن سان مليو. ۽ سلطنت جا ڳجها راز هنن کي ڏيندو رهيو.

( ٢ )

سرنگاپٽم جي آخري جنگ وقت هن غدار هڪ طرف ڪولن ۾ بارود بدران مٽي وغيره وجهائي، ته اهي انگريزي فوج کي نقصان نه رسائن

ٻئي طرف انگريزي فوج جي سپاهين واسطي ڪهڻ چيو ته جنهن شخص کي آڇ هڻ جو ڏيندس اهو سپاهي ڄاڻجو ته ٽيپو سلطان آهي ۽ جنهن شخص مٿي ڇٽر

ماڻهو چڙهيءَ سان ٻاهر ڪري اهو سندس وفادار سيد غفار آهي

فوج انهن ٽن اشارن سان انهن شخصن کي سڃاتو جڏهن انگريزي فوج کي منٿيءَ ٻاهر گولن لـــ روڪيو ۽ هو قلعي کي اچي ويجها ٿيا تڏهن اطلاع مليو ته سلطان مانيءَ کائيندي وچان ٽپ ڏيئي آيو ۽ فوج وٺي ڊڊي دروازي کان ٻاهر اکٽو هن ٽي ڪلاڪ ٻراٻر انگريزي فوج کي روڪيو ته وري ڏاکڻي طرف جي فوج کي مير صادق حڪم موڪليو ته پگهار ٿو ورهائجي، هيٺ اچي وٺو، واهر لاءِ ٻيو ڪين ملندو

فوج ويچاري لاچار ٿي پگهار وٺڻ ويئي ۽ انگريز موقعو پائي الان قلعي ۾ گهڙي ويا

( ۳ )

هيءَ حالت ڏسي سلطان مجبور ٿي واپس ڊڊي دروازي موٽيو ته قلعي اندر وڃي مقابلو ڪجي پر غدار صادق اهو دروازو ٿي بند ڪرائي ڇڏيو ته سلطان اندر گهڙي نه سگهي! هي ڏسي سلطان کي پنهنجي شهادت جو يقين ٿي ويو ۽ هن آخري حملو ڪري جان ڏيڻ جو پڪو قصد ڪيو

ان وقت سلطان کي ڪنهن صلاح ڏني ته هٿيار ڦٽا ڪري ته انگريزن جي پيش پئو مگر سلطان جواب ڏنو ته ـــ

---

”هڪ ڏينهن جي شينهن جي زندگي سو سالن جي گدڙ جي زندگيءَ کان گهڻو وڌيڪ آهي!“

---

پوري چڙهايائين. موقعو ڏسي ڪمپني لاءِ ذري مدد ڪرڻ ۾ نصيب نه ٿيو.

( ٦ )

اڄ به غدار جي هن الهندي اولدي ٿهول قبر تي ماڻهو اچن ٿا ۽ مٿس ٿڪون ۽ موچڙا اڇلائي وڃن ٿا يا مٿس لعنت وجهي پيشاب ڪري وڃن اميد آهي ته قيامت تائين کيس ٿي اهو انعام ملندو رهندو!

نوٽ:- سلطان شهيد جي مڪمل احوال اسلامي ڪتاب ”حيدر علي“ ۽ ”ٽيپو سلطان“ ۾ پڙهندا قيمت اپاٽي واري ٢-٨-٠ آهي.

مئنيجر عبرت حيدرآباد سنڌ.

---

# تاريخ
# بهادران اسلام

زمانهٔ نبوي صلعم کان وٺي فتح بيت المقدس تائين ڪل ١٨ مشهور فتحن جا واقعات اهڙا نهايت دلچسپ ۽ صحيح نموني ۾ ڏنا ويا آهن ـ هي ڪتاب گهڻي عرصي کان ناياب هو ۽ سنڌس گهڻو تمام گهڻي اڳ ۾ وري ڇپايو ويو آهي جو ٿوري تعداد ۾ ڇپيل آهي جلد گهرايو نه ته پوءِ وري به خلاص ٿي ويندو قيمت ۾ روپيه

ٽڪا جو هڪ

**مئنيجر رسالہ عبرت**

**اسلاميه دارالاشاعت حيدرآباد سنڌ**

# سيرت المصطفيٰ

## عرف

# نور توحيد مڪمل

رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي
سوانح مبارڪ نهايت عمدي اسلامي تاريخي
ناول جي طرز تي اهڙي نہ عمدي نموني ۾
لکيل آهي، جو هٿ ۾ کڻڻ بعد ڪتاب
پوري ڪرڻ کان سواءِ دل نہ رهندي.

هي ڪتاب نور توحيد، شوڪت اسلام
عروج اسلام، فتح اسلام ۽ سيرت محمدي
جي نالن سان ڌار ڌار حصن ۾ شايع ٿيو هو
جو هاڻي گڏ ڪري مجلد ڪرايو ويو آهي.
سندس تمام اونو ڪاغذ پنو اٿيل آهن ٦٠٠
صفحا عمدو جلد قيمت ڇهہ رپيا ٦-٠-٠

سيرت الرسول - مختصر ۽ جامع سوانح پاڪ
قيمت ٠-٨-٠ آنہ

# قبر جي ڪهاڻي

## ( ١ )

ٻروالي ۾ کي ويجهو هڪ ڳوٺ جان محمد ڪالوني ۾ جو آهي جنهن جي ٻڌسان جوڙائو واهه، وهي ٿو. اٽڪل ستت سال ٿيا جو واهه ۾ هڪ لاشو وهندو آيو ۽ لاشو ڪون ڪنڊ جو هو ۽ ڪنهن ڪاوڙ تي ويل هو پوليس هنجي لباس ڪرڻ بعد ڪولهن ڪان ٻوراني ڇڏيو.

انهي ڳوٺ ۾ هڪڙو فقير ماوڪاڻي رهندو آهي جو ٻڌارا ۽ پيا غير شرعي ڪم ڪندو آهي انهي کي سال ڪن بعد خيال ٿيو ته جو ته ڪماني ۾ جو ڪو مستقل دوڪان کوليان سو ماڻهن کي چيائين ته موکي رات خواب ۾ هڪ سيد چيو آهي ته اهو لاشو منهنجو هو ۽ اون مونتي قبر ناهي منهنجو ظهور و ڪر!

بس پوءِ ته ٻيو ڦون ڪان شهيد باد شاهه جي قبر لاءِ پئسا اگاڙي نورانائين قبر ۽ مٿان پکو لڳي بعائين جاهلن کي ڦرڻ جو دوڪان، شهيد باد شاهه سڀني جي مرادون تو پوريون ڪري، اهي ڳالهيون ڪرڻ سان ڳوٺڻي جاهل مرد ۽ زالون اچي اچڻ لڳا، ڪان جو دوڪان اهڙي ٿڪي وڃي جو سکي مان ڦري قبو لهاد تي وٺو ۽ موجود تي بن اهڙن دوڪان وارگر جاهلن جو مهڙ ٿيڻ لڳو.

( ٢ )

ڳوٺ ۾ هڪ خدا پرست نوجوان خميسو خان
ڪلوئي رهندو آهي کان خلق جا هي ٺڳيءَ ڪم
سٺا نه لڳا، تنهن سنڌس هڪ غريب رفيق کي شامل
ڪري هڪ رات جو شهيد جي قبر جا سڀئي ٻڙ لاهي
کيس ڏيئي ڇڏيا ته هن کوڙي جي ڦٽ ۾ رهي ڪم
آڻ ۽ پوءِ پاڻ صبح جو تماشو ڏسڻ لڳا ته مجاور صاحب
ڇا ٿو فرمائي!

صبح جو مجاور صاحب ٻڙ نه ڏسي پريشان ٿيو پر
ليڪن عقل آيو هلائي هڪ بهانو ناهي ورائين جو ڪالهه
جڏهن ماڻهن پڇيو ته فقير! اولياءَ صاحب جا ٻڙ
ڪاڏي ويا؟ تڏهن جواب ۾ مرڪي ڦهر مان ڇوڪ
لڳو ته ”مولڪي، اولياءَ صاحب خواب ۾ اشارو ڪيو
ته اسر جو رستي تان هڪ مسڪين سيد لنگهندو اچا
معصوم ڪمزور لاهه حيران آهن لون اسان جا سڀ ٻڙ
لاهي ان کي ڏيئي ڇڏج، مون اسر جو رستي تي جاچ
ڪئي ته برابر هڪ سيد سڳورو اچي لنگهيو مون سڀ
ٻڙ لاهي هن کي ڏيئي ڇڏيا!“

ماڻهو ته مطمئن ٿي ويا پر خميسي خان مجاهد ڏٺو
ته مقصد نه حاصل ٿيو ته سو وري ڪنهن ٻئي
موقعي کي تاڙڻ لڳو، آخر هڪ رات جمعي اڳس ۽ سڄا
سارا سڀ ٻڙ ڪٽي سڏو ڪنهن جهنگ ۾ پهتو ۽ ڪٽي
ڪڏ، ڪنهن ٻوڙي کڙ اچي سمهي رهيو.

اچي جو ڪٽي ڀڃي شريف لي، ته ٻوڇاري ڪاوڙيا
اکيون ڪڍيو بيٺا آهن، ڪنهن ته سنڌي تي ٻوڇارن
جو ٻٽيل ڪڙڪو ڪري چيو "اڙي خميسا! اوليا
صاحب جا ٻڙ ڪاڏي ويا؟"

مجاهد اطمينان سان جواب ڏنو ته "اوليا
صاحب جا ٻڙ ته سندس حڪم موجب مجاور صاحب
هڪ سيد سڳوري کي لاهي ڏنا هئا نه؟"

ٻٽيل چڙي چيو "اهي ته اڳ، ٻيو واس ڪنهن
ٻڙ ڪنيا؟"

خميسو ڪلي چيو "اڇا، واس ٻڙ وري ته لهي ويا!
پلا صاحب هو ادا ڪنهن مسڪين کي مجاور ڏنا، اهو
ويندا وري ڪاڏي؟ ٻچڙس نيا؟"

مجاور فرمائڻ لڳو "ته ته! مون ڪنهن کي ڪونه
ڏنا آهن (شو ڪاوڙ ٻڙي) سچا سارا سڀ ٻڙ هوا،
ضرور تو کنيا آهن!"

خميسو- تو مولکي ڪڍندا ڏٺا؟

مجاور- مون ٻه ڪوله ڏٺا ته، ڏسائڻ ها ته جيڪر
ڏاڍو ٻه ڪيڏي ته وڃهان ها!

خميسو- ٻوه اون ڪيئن تو ڇو نه مون ڪنيا؟

مجاور- ڪنيا ضرور تو هوادا ٻيو اهڙو خراب ڪم
ڪير ڪندو جو اوليا صاحب جي امانت ۾ خيانت
ڪندو!

ڪمبو. مجاور صاحب! اهي اوتا ۾ گمان نه ڪر.
توکي نه اوليا صاحب ڏنو ڏيندي. جي خبر پيو پڌائي
نه، هاڻي ڏڪر ڪراهي، اڄ رات جو جاڳو ڪيدي
وڏائيس ڪيئي خبر، نه ممدس پڙ سڳورا ڪنهن ڪنها
آهن ۽ ڪيئي وکيا الس. توکي نه اوليا صاحب سڀ
ڪجهه پڌائي ڇڏيندو پوءِ ارمان ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور!

( ٥ )

سڀ ماڻهو مجاور ڏانهن ڏسڻ لڳا. منجهن هڪڙا
اهڙا به هوا جي صفا شڪ ۾ غرق ڪين نه هئا، سي
ڪيئي پيا ته "هاڻو فقير! توهان اڄ رات جاڳو ڪيدي
اوليا صاحب کان خبر وٺي ڇڏ ته پڙ ڪيئي اڪل آهن ٻاڻ
صبح جو وڄي اهي ڪيدي ايندا سون پئو ووي جا!"

مجاور جا هي لفظ پڌي وائيسو ٽي ٽري ويا، مجاهد
موڪي وهيو هو جو امر اهان تي پوو و وڃي لڳو هو،
۽ ڪمس پڪ ٿي نه پڌ مجاور صاحب هاڻي لاجواب آهي پر
مجاور هيٺرن سالن جو دوڪان اڻهن پڪدم ڪيئن ٽو
ڦٽي ڏني سو مجاور واله جلال سان چوڻ لڳو بس ڪرڙي
وهابي بس ڪر، اوليا صاحب کي انهنجي سڀ خبر
آهي، اسين اهڙا والدا ڪوڙ آهيون جي انهي خسيس
ڳالهه لاء جاڳا ڪندا وتون، اسان جي اوليا
سڳوري کي انهن ڪيڙن جي پروا آهي، هتي نه ڪنج
لڳو پئو آهي، تو جهڙا منڪر هڪڙا ڪڪندا نه پيا ايندا،
پر ياد رکه، اهي ڪم آندو نه اوليا سڳورو رس ڪري

سمجهدار ماڻهو مهاڙ ۽ ان ترڪون ڪري وڃيا هوا پيا اوليا جا پوڄاري خار کائي ويٺا هوا ته ايتري ۾ ڳوٺ جو هڪڙو نوجوان پٽيو جلال الله ڏني ڪهاڙي ڦيرائيندو اچي الي اڪثر مڙ ڏسي حقيقت پڇڻ لڳو

جڏهن خبر پيس ته اوليا جي پڙن جو جوڙ الٽو مهاڙ سڳوري کي پٺو ڏسي الڏهن ڪڙڪو ڪري چوڻ لڳو "اڙي وهابڙا! اوهان سڀجهڻ چيا آو؟ ڪهاڙيءَ سان ڪنڌ لاهي ڇڏيندو سانءِ!"

مجاهد پٺڙيءَ سان ڪاوڙ چيس "اڙي ڪهاڙي طاقت آهي ڪنڌ لاهڻ جي، اچ پلا، هڻجي همت ته وڏي اچ!"

پر پلا قبرن جي پوڄاريءَ کي ايتري همت ڪٿي ٿي جو انهن ماڻهن جي روبرو ڪنهن تي حملو ڪري، اهي ته توحيد وارن جا جگر آهن جو يرموڪ جهڙي جنگ وانگر سٺ ماڻهو سٺ هزارن تي اوچتو ئي حملو ڪري ويندا آهن (ڏسو اسلام جو تاريخ فتح يرموڪ صفحه ٨٠٠-٠٠٨) سو پٽيو پهاڙ به چوڻ لڳو "ڇڏ ڳالهه! اڄ ته اوهان اهي ويا آهن پر جڏهن تون ڏيکارين الٽو هن ڪهاڙيءَ جا وار نه ڪريائين ته انهن مڙس جو پٽ نه ته آهيان."

مجاهد کلي چيس ته مولڪي اتهي ڪان ڪو ڌپ ڪولهي. جڏهن الله پاڪ مون کي توحيد کان شهادت جو درجو ڏيندو ته اهڙي نعمت ان مون لاءِ

جي اسان ڏانهن ڪري رهيا هئا. سندس وات
اڳڪله جي ٻڌڻ کان ڪنهن به حالت ۾ گهٽ نه
هو. اسانجي اچڻ تي هن سٺاوان سٺي والڪر اڪ مٺي
ڪٿي نه لهاريو.

( ٣ )

ويچارو موجوده مهاورن جي سمجهه موجب اسان
کي سٺي ماڻهو جي وات ۾ هارڻ لاءِ ٻوري عقيدتمندي
سان ڪيس پڙهيو ۽ ٽڪ ٽڪ ڪري چيائين "مانئي سٺي
آس والـمـن دي آس ٻجويـن. الله دي ٻهاري
هئين."

مون ٻڌو ته آخر هيءُ سٺي ڪهڙن لئي. ويچارو
مهمجي مشڪراهه سوال لـي ٽورو ٽهڙ لي مولـڪي
سمجهايو "اِن سٺي ريڊ دنيـان سن ڏو جهمان ويڙن
ٻنهي ۽ جهلم، ڦل ڀڄ اسمان هـن ٻو مـائي سٺي
اهـا سٺي هئي. ڏڪ وچ ۽ ڏو جهمن رڙن ڪنهن
جدا جدا ٽردي ڦـردي هئي، دنگر ڦڪر وچ مهر
هولدي هي. لو گهٽين دي ڪول نه اهين واندي
ٻها، سو ان دنيان مرا دان ٻچيان هدس. مـوڏ ٻوري
ڪرڻ دي عوض هڪ ٽلي مدگدي هين. الله دي
ٻهاري اسان ڪون نهي ڪمن لـڌو لماز ڏي ويندي
هـن ـــ سٺي مـالـي دي ڪاهـ ٻلي دي
واسطي."

مون پڇيو مائس کان ته وار ڇو اهڙا ڪتريوس؟ ته
چيائين، ” پٽ! مائي ڏي وار ڪين ڪتري.
ڪوئي سٽي هووي ته سٽي ڏي وارن ڪين هٿ
لاوي. اسانجي ڪهڙي مجال!! ”

٤

اهڙي طرح مون ماءُ سڳي مائي کان دعا پڙهڻ لاءِ
ٻه چار پڻ ٻه سوال آيا ۽ ڇگهو خاص مجموعو ٿيو وئو.
ڪالهه ڏينهن ٻارهين صدي معلوم ٿيو ته هو رب شريف
کان محض الهي ڪري مرادون پنڊا آهن جو اهي
پوريون ٿينديون آهن.

مون کي سمجهائيندي چيو ”اوهين ٻار ڪي
مسلمان سڏايو ٿا، مسلمان سڏائيندي فخر ٿا وٺو پر
مسلمانن جي ناليءَ لئي هڪ پڻ لما داغ ٿا لڳايو ----
اوهان ڪلمو پاڪ پڙهو ٿا پر مقدس معني کان نا آشنا
آهيو. ڪلمه مقدس اسانکي سيکاري ٿو ۽ وڏي
واڪي سان چوي ٿو ته اي مسلمانو اوهان هڪ الله
کان سواءِ ٻئي ڪنهن کان به مطلب مرادون نه گهرو.
جڏهن وقت اسان ڪلمه پاڪ لا اله الا الله چئون ٿا ان
وقت اسان انجام ٿا ڪريون ته اي اسان جا پاڪ الله
تو کان سواءِ اسان جو ڪو به والي وسيلو ڪونهي، تو
کان سواءِ ٻيو ڪو به سڏ پڌ ڏيڻ ڪو نه آهي، تو کان
سواءِ ٻئي ڪنهن کي به طاقت ڪانه آهي جو مشڪل

ڪشائي ڪري سگهي. اِس لاءِ ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن-
کي به طاقت نه آهي جو دک، درد دفع ڪري
سگهي."

پوءِ اي مسلمانو! مولوي ٻڌايو ته ڪلمو پاڪ
پڙهندي به ڪئين ٿا ان کان منڪر ٿيو؟
ڪئين ٿا اهو واحد القهار کي ڇڏي ٻين ڏانهن دو
ڙو- اهو هڪ کي نه سڃاڻو، اهو هڪ ڪهي
ٿي سوال ڪريو ته اسانجون مشڪلون آسان ڪري
اسانکي اولاد ڏئي، اسانکي رزق ۾ برڪت وجهي،
اهو جو ڪنهن به شريڪ ڪونهي، ڪنهن کي ان
طاقت ڪا نه آهي جو دک درد لاهي سگهي.
"ولم يکن له شريک في الملک" (ڪائنات جي
شهنشاهيت ۾ ڪن جو ڪو به شريڪ ڪونهي) پوءِ
هڪ خصوص وڀ کي ڪهڙي مجال آهي جو اهي
پاڪ مولي سان برابري سگهي جنهن جو ٿاٿون
(ڪهنڊڙن) سبب اُنهن کي مجال آهي،

ٻڌهڪري اسان کي گهرجي ته اهو مڃي مالڪ،
سچي خالق ڏانهن رجوع ٿيون جنهن سان هر نماز
۾ اهو عهد ٿا ڪريون ته "اياک نعبد واياک
نستعين" (اي ڌڻي، خاص تنهنجي ئي عبادت
ٿا ڪريون ۽ خاص تو کان ئي مدد ٿا گهرون).
سوالن ئي مڃهڃي ٿلو ٻار چڱو اثر ڪيو ۽ هو لوڪ

توبهه ڪندا اوتني مولويا ۽ مجاور صاحب جي دل
۾ سو ڇنن ٻشين ڪمائڻ جي حسرت رهجي ويئي ؟
ريءِ مائي وڏيڪ ۽ ڪٽڻ ڪان آزاد ٿي. ڇرڪاري
لاءِ ٻڌائيندا علاج ؟

نوٽ :- انسان پنهنجي دماغ کي اهڙو ذليل ڪري
جو خسيس جانور کان وڃي مقصد مرادون پني، اهي
جو علاج اهي ڪان سواءِ ٻيو ڪو به ڪونهي ته
"ڪمعار جي اڪر" واري افسانو وانگر ڪو مرد مجاهد
همٿ ڪري اهي شرڪ ۽ ذلت جو خاتمو
ڪري.

"سچي ريت" جو افسانو ڪو اڪيلو مثال نه آهي
اسان مسلمانن ۾ ڪيترائي اهڙا شخص پيا آهن جو خدا
پاڪ جو در ڇڏي پنهنجن هٿ قسمين قسمين تورين جي
در چڙهن ٿا، وڻن ٻڌن، قبرن ۽ آستانن جي پوڄا
ڪن ٿا. سچ فرمايو آهي رب پاڪ ڪلام مجيد
۾ ته :-

ومن يشرك بالله فكانما خر من السماء فتخطفه
الطير او تهوي به الريح في مكان سحيق

( جنهن شخص الله پاڪ جا ڀائيوار بنايا سو ڄڻ
ته آسمان مان ٿي ڪريو پيو يا ته پکيون ذرا ڪري
کڻي ويس يا هوا کڻي وڃي ڪنهن ڏورانهين هنڌ
اڇلايس )

ئي سڀ نتيجا آهن لا اله الا الله کان منهن موڙڻ جا ۽ سچ ته هي آهي ته اهي جا جوابدار اسان جا ڪيترا ئي علم وارا ۽ صوفي به آهن جي ماڻهن کي اول اوليائن انبيائن کان ڪن ورن وڪڙن سان سوال ڪرڻ جي اجازت ڏين، پوءِ اهي ماڻهو قرآن شريف جي ڏنل مثال وانگر هيڪر الله پاڪ جي در تان ڦرن ته پوءِ اڳتي هلي انبيائن اوليائن کي سوال ڪندي وڃو وڃن ۽ پوءِ ورن کي به سوال ڪن ٿا! افسوس ته امتِ محمد جي آسپاس رهندڙ شخصن جي حالت ئي آهي، هنن ۾ ڪو به اهڙو مجاهد ڪونهي جو هن اسلاميت کي ذليل ڪندڙ مصيبت کي دفع ڪري!

مجاهدو!

خدا پاڪ اڳيان جواب ڏيڻو اٿو!



# چين جو مبلغ

## (١)

"الله اڪبر! الله اڪبر!"

چين جو شهنشاهه، خاقان اعظم اغاتي تيمور خان پنهنجي تنبوءَ ۾ فجر جي نماز مهل اٿيو ۽ مشغول هو ته اوچتو ئي واري جهنگل مان زور ڏاڍو آواز ۾ اهو نعرو بلند ٿيو، بادشاهه چارئي ڪنڊون پاڻ تي چوڻ لڳو "هي آواز ڪٿان ٿو؟ منهنجي لشڪر ڪٿان فدائي؟"

اِهي ورري ئي انهي مٿي سر ۾ ساڳيو ڪجهڪور ڪنڌ ڏي آواز آيو، بادشاهه هاڻي پاڻ کي چيو "انهي آواز ڪندڙ کي هڪدم گرفتار ڪري اچو!"

پنج سوار هڪدم انهيءَ طرف ڏي روانا ٿيا ته ورري آواز آيو

"اشهد ان لا اله الا الله!"

بادشاهه وري به زور سان چيو "هن گستاخ کي ٻڌا ڏيو جي حاضر ڪريو!"

سوار گهوڙن کي هوا ڪري ويا آهن ۽ هڪ ڏنهو وري به آواز بلند ٿيو

"اشهد ان لا اله الا الله"

بادشاهه پاڻ کي چوڻ لڳو "ڪمبختن اڃا به هن گستاخ کي گرفتار نه ڪيو؟ ايتري دير؟" اِلي وري به آواز آيو:-

"اشهد ان محمد رسول الله"

پر ڪاٺي وڌيڪ آواز نہ آيو معلوم ٿيو تہ آواز ڪندڙ گرفتار ٿي ويو.

(٢)

ٻئي ڏينهن هڪ ساڍن ڪپڙن وارو سهڻو ۽ سنهو نوجوان بادشاهہ جي حضور ۾ حاضر ٿيو، مگر ڏسڻ ۾ ٿي آيو تہ هو اهائي خوش هو.

"اسان جي مٽيءَ ۾ تو خلل وڌو؟" بادشاهہ ڪڙڪندڙ آواز ۾ پڇيس. نوجوان مرڪي جواب ڏنو "جي ها! اهي ڪيسان سواءِ ٻيو چارو ڪو نہ هو!"

"ٻيو چارو ڪو نہ هو؟" بادشاهہ چڙي چيو "اهو ڇا چئين؟" نوجوان ورندي ڏني "حضور اهو ئي آواز اوهان جي خدمت ۾ پهچائڻ خاطر تہ دور دور سفر ڪري آيو آهيان، هفتہ کن اوهان تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪيم پر ڏوڙي جيڪي ڪئين نہ ڇڏيو، ان ڪري اهڙي رستي ٿي حق جو آواز پهچائي ڏنم!"

ڪجھ لڪڻ سان نهاري بادشاهہ پڇس چيو "انهي آواز جو اسان جي زبان ۾ مطلب؟"

"مطلب هي، تہ اي انسان! اوهان ۽ ساري ڪائنات کي هڪ الله پيدا ڪيو آهي، جو سڀني ڪائنات وڏي مربي وارو آهي، انهي هڪ الله کان سواءِ ٻيو ڪو بہ بندگيءَ جو لائق، ڇو تہ ٻيڪڙ جو حقدار،

شاهه فقط سندن ٻچن ۽ ٻـڌ معاش، اولادن خلق ڪـــي
ترڪ خاطر ڇاهيا آهن ته هو هڪل ٻرڇامي ڪين ٿا ۽
منڪرن جا ڪند پچن ٿا!"

(٤)

"ٻڌو ٿا؟" بادشاهه سندس پرائيويٽ اسٽاف
ڏي ڏسي چيو!

سندس گستاخ سيڪريٽري ۽ مدارالمهام چوڻ
لڳو "هن اوليائن جي ٻي اڌ ٻي ڪندڙ ڪي حضرت
ڪنفيوشس جي ٻانڪي پهلوان شاهه جي هڪ لڦز ني
جيڪر سڌو ڪري!"

اوجوان مسلمان تيز اکين سان ڏسي ڪس چيو
"جيڪڏهن مهجور مولوي پاڪ پڻاني لاءِ ليڪهوي
پهلوان شاهه جي لڦز جي ته ڇا ٻر امرود جي آگ ٻه
ڪجهه لٿي ڪري سگهي ۽ جيڪڏهن هو چاهي ته
ميڙ والڪر مون جهڙي ڪمزور انسان جي چمات سان
سندس هڏيون ڀڃ ڀور ڪري ڇڏي!"

بادشاهه شڪار خاطر الي آيل هو آس پاس ٻين
امير ۽ لشڪرين جا تنبو هوا. هن ڪوڙ ٿي شاهي
تنبوءَ جي چوڌاري ڪالي مخلوق اچي ڪٺي ٿي هئي،
بادشاهه جو بانڪو جهڙن جو نالو "ساڳني ٻغا" هو
۽ عام طرح پهلوان شاهه سڏ پيدا هو س، سو مسلمان جا
هي لفظ ٻڌي غرور سان ڏهڪ ڏيئي چوڻ
لڳو "چنگيز پلا ڪاشغر جا اجل ڪنهن اڪل مسلمان

اچي ڪو لقمو جو وار، پيا اسين ڪري پورا
پر لوڪ اسهندين ؟"

مسلمان جي منهن تي ڪا به پريشاني ڪا نه هئي هن ڪيمر کي چيس، "جيئن توکي پسند هجي. ليڪن دنيا ڇڏڻ يا ٻاروُل، جيئن ڪهڙن تون خدا پاڪ ڏيندءِ!"

( ٥ )

ست هزار چيدي مشرڪن جي اڳيان هڪ ٻه شخص ميدان ۾ آيا، هڪ ١٧-١٨ ورهين جو ڇوڪري پٺي پٺ وارو ننڍو جوان، ٻيو پنجٽيهن ورهين جو ڏاڍو پهلوان جنهن جي ڇاتي سخت پڪي ۽ انسان لڳا، پر ڏاڍو جو جهلڻ جي ٻاهر هئي!

خلق سموري منتظر هئي ته بادشاه ڪيمر ٿي اٿيو، هن پر جلال آواز سان چيو "دوستو! هن مسلمان ڇوڪري جو نالو ارشد الدين آهي؛ هو چوي ٿو ته آءٌ خاص طرح اسلام جو پيغام اوهان وٽ پهچائڻ لاءِ آيو آهيان جو هي آهي ته،

لا اله الا الله

يعني ڪائنات ساز قدرت وارو هڪ الله آهي ٻئي ڪنهن کي نه اولياءَ انبياءَ ديوي ديوتا کي ڪنهن قدرت ۾ ڪو به اختيار بلڪل ناهي، اسان جي پاڪ حضرت ڪنفيوشش جي خاص خليفي "پهلوان شاهه" سائنس مقابلي جو اعلان ڪيو آهي،

اوهين ٻنهي جو ٻڌو سو ٿا، پهلوان شاه کي
سون اوليائن جو پورو سو آهي ۽ هن نوجوان کي
هڪ الله جو، آءُ اوهان کي صاف ٻڌايان ٿو
ته جيڪڏهن نوجوان ۾ سندس آسدل پيغام سچو
آهي، اسان جي اوليائن هڪ معرڪي ۾ اسان جي
مدد نه ڪئي ته آءُ نه، اڳتي لاءِ پڪ سمجهندس
ته اوليائن ۽ ديوتائن کي ڏٺي، جي ڪارخانن ۾
ڪو اختيار آهي؛ اڪا سندن مريدن جي هر وقت
۽ هر هنڌ معلوم الن.

منهن جو اهو ارادو آهي وڌيڪ اوهان جي
مرضي!"

ساري مجمع مان يڪراه آواز آيا ته اسان سڀ جي
به اها مرضي آهي!

(٦)

هاشي پهلوان هٿ مٿي ڪيو ۽ "مدد ڪج شاه
ڪيفوشش!" جو نعرو لڳائي نوجوان مسلمان ڏي
اها زور دار للڪار وهايائين جا ٻلا شيم ٻڌو کي به لرزا
ڪري وڌي ٻر نوجوان اڳي ڏاو اڪي لرزيو هن
جواب ۾ صرف "يا الله مدد" جو لفظ چيو، للڪار هن
کي لڳي ٻر هن لي ڪو اثر نه ٿيو، هو بدستور
مرڪي رهيو هو! پهلوان لي هوجب حيالنجي ويئي،
هن جي اکين اڳيان اجل نچي رهيو هو ۽ جيڪڏهن
مجمع مان "هاشي پهلوان جو وارو آهي" "هاشي

پهلوان جو وار و آهي " اهي آواز ته اڃان ها ته پهلوان
شايد ننڍڙي هيٺ او جوان جي چماٽ جهلڻ لاءِ به تيار
نه ٿي ها.

او جوان هن ڏي ڏٺو. سندس اکين مان قهر الاهي
جا شعلا نڪري رهيا هوا، هن ان ٻطش ورڪ لشڪر
(بيشڪ ڪهڙي ڀوڏ جي پڪڙ تمام سخت آهي) اهو لفظ
چئي وري " يا واحد القهار " جو ٻه ڄلال لفظ چئي
وتي، جو ڪيس ڦٽڙ وجائي ته پهلوان وڏ ڪري وجهي
ٻري ڪولو، سندس اک ۽ واٽ مان رت جا فوهارا
وهي هليا، هو بندوق ڪاڏل ٻٽي واڳو ڇڏ ٻوڙ هيٺ
لڳو، بادشاهه ۽ ست هزارن جي سوري مجمع جي
واٽ مان اڪتو

لا اله الا الله!

ناهي ڏٺي ري ڪا درگاه

ست هزار اولادن کي ٻه چندن ڏن جون چوٽيون
جي سندن اولادن جي انسان لئي رکيل هڪون الهي
ڏ يندن ۽ ڪکڄي وڃون

هي سنه ۱۳۴۸ع جو واقعو آهي. هن بادشاهه جو نالو
تغلق تيمور خان هو، هو مشهور ظالم چنگيز خان جي
اولاد مان هو، هندستان جا مغل شهنشاهه انهي جي
ئي نسل مان هوا!

# الو ڪا پٽا

(الطاف حبيب قريشي، ماهر ڪوٽڙي جو ڀاسف
اخبار ۾ شايع ڪرايل بلڪل سچو واقعو)

(۱)

اڄ ڇهن ڏينهن جو انگريزي پڙهندڙ هوس، هڪ
ڏينهن اسان کي ٽي موڪلون گڏيون مليون. مان خيال
ڪيو ته هن ڏينهن موڪلان ملهائڻ جو ڪو عجيب
الوکو پروگرام ٺاهجي.

انهن ڏينهن اسان جي شهر ۾ سٽي (جوا جو هڪ
سٽويل نمونو) جو زور هو، ماڻهو پوري پوري ڪان سٽو
کيڏيندا هوا ۽ انهي مقصد ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ
لاءِ الله لوڪ فقيرن وٽ به سوالي ويندا هوا انڪري
فقيرن جو تعداد به وڌندو ٿي ويو.

اسان به خيال ڪيو ته ڇو نه اسان مان به ڪو پير
بڻجي ۽ پبلڪ کي لٽي موج به ڪريون ته مزو به وٺون

آخر اسان مان هڪڙو قداور پٺاڻ جنهنجي شڪل
قد ولي ملنگن جهڙي هئي، سو پير قلندر ۽ هڪڙو
سندس خاص خليفو، باقي اسان سڀ شهر ۾ نڪري
حضرت قلندر سائين جرنگ علي شاه جون ڪرامتون
بيان ڪرڻ لڳا!

(۲)

س ڀر ڪلاڪ ٿي مشهوري لاءِ ڪافي هوا

هندستانين لاءِ ته بازار ۾ موچڙو اوائڻ وڪري وڪو
ته به ڪيترائي ماڻهو مڙي ويندا هو قلندر سائين جي
زيارت خاطر ته هر قسم جا مرد عورتون، غريب امير،
جوان پوڙها، پڙهيل جاهل سڀ اچڻ لڳا، ڪي روپيه
کڻيو اچن ته ڪي مٺايون، ڪي ميوا ته ڪي ڪاڏا،
پر قلندر سائين خدا جي ڌيان ۾ مگن لڳو پيو آهي؛
ڏهن پندرهن منٽن بعد ڳالهائي ٿو ته به گارين جي لولي
لڳايو ويٺو آهي.

پر تعجب اهو ته سائينءَ جي گارين ٿي ته مرادوارا
خوش پيا ٿين ۽ ڪي ته انهن گارين مان ڳجهارتن وانگر
انگ پيا ڪڍن، هڪ صاحب کي قلندر فرمايو
"الو ڪا پٺا" هن صاحب "الو" جو هڪ عدد
۽ "پٺا" مان پنج عدد بڻائي خوش ٿيندو ويو ته
سائينءَ مون کي ڇهن جو انگ سٽي لڳائڻ لاءِ ڏنو
آهي!

( ٣ )

شام ٿائين اها حالت رهي، انهيءَ وچ ڪنهن ڪنهن
مهل سائين بادشاهه ڪاوڙ جي ڪارڻ ڏيئي ٿي چيو
"ته ڪٿو هي سامان، اسان وٽ ڇو ڪوڙ لڳايو اٿو؟"
ته اسين جهٽ مٺايون ميواٽ ۽ پيسا کڻي ٿي الله
واسطو، روي وچ پر د ته سائينءَ جي عبادت جو
خاص وقت پڇائي ماڻهن هڪالي ڪي اهو وڃي ٿي ڪاڏ وسون
اوهين پڏي حيران ته واسطو ٿڪ ٿائين سون ماڻهن

کي هزارين گاريون ڏيڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو قلندر
سائينءَ وٽ اوڳٽيهه روپيا جهڙا آڻي اندر وڌا ۽ پنهنجو اڪيلو
ڪاڏي جو سامان جمع ڪري ويٺو، ڇاڪاڻ ماڻهو سڀ سڃي
لڳائڻ هليا ويا ۽ اڪيلائي ڏسي انهن جو مال غنيمت
ورهائي پيا ته سڀ ڪجهه هليا ويا پر قلندر سائين اڃان
به اتي ويٺو رهيو ته متان اچي ڪو وڌيڪ ڪجهه حجامت
ڪرائڻ لاءِ اچي!

( ٤ )

انهن ڪجهه ڏينهن کان پوءِ دل ۾ سائينءَ وٽ اڪيلي
هئي انڪري ڪلاڪ جي بعد ڪرڙو ڪو ٻاهر ڪري
انهن مان هرهڪ سائين ڏي آيو، سڀ کان اول آءٌ
پهتس، جا ڏسان ته اتي ڏهه متاڻي سائينءَ کي گهيرو
ويٺا آهن، منهنجي دل ۾ ڏڪ لڳو ته ”متان انهن
۾ به ڪو جو سڀ سڃي باز هوائي سائين مان ڪسر ڪڍڻ
ڪڍڻ آيا هجن!“ پوءِ وري به دل جهلي اڳتي وڌيس
۽ چيم ته متان به شريڪ هجان هاڻي ڪو حصو ته
مونکي به ڏيو مان به ورتان.

پر منهنجي حيرت جي حد ڪانه رهي جڏهن
ڏٺم ته جنهن مرادولد ”الو ڪا پٺا“ مان جهڙن جو
انڪ ڪيو هو سو الهي انڪ ۾ ڪامياب ٿي ڏيڍ
هزار ڪڍي سو روپيه سائينءَ وٽ ڪهڙا ڪڍي آيو هو،
پيا وري پنهنجي قسمت پيا پٽين ته هو الهه والڪو

ٺڳيڻون ڪندي آهن مان خوب مزا ڪندو ۽ ٻـي
ماڻهو سچ پچ اهو ئي الٽو اختيار ڪري ويندو آهي!

( ٦ )

هيءُ رڳو تماشو آهي، پر عبرت جو داستان آهي،
خدا پاڪ جي واهه. ڪان ڪامل سڀ ٺيو فقير اهڙائي
تماشا ۽ اهڙيون ئي ڪرامتون ڪن ٿا فرق فقط هيءُ
آهي جو هي ڇوڪرن جو دل وندرائڻ خاطر ٺاهين
ٿا جو کيل هو مگر اهي شخص باقاعده دائمي ڏيڍي
طور هي ٺڳيون ڪن ٿا ۽ سڌين اعتقاد صدين بلڪ هزارن
ورهين جي تجربن بعد اهڙين ڏنگين ايجاد
ڪري چڪا آهن جو وڏن پڙهيل خواه
سمجهدارن جو به هڪ عقل چرخ ٿي وڃي ٿو
اهڙن جي ڏنگين کي پورو ٿڃي زبردست ڪسوٽي
آهي ” قرآن پاڪ “ اها ڪسوٽي لڳائڻ سان کوٽو کرو
صاف ٿي پوي ٿو، جڏهن ڪان مسلمان اها ڪسوٽي
لڳائڻ ڇڏي آهي تڏهن کان هو اڳي سڀئي ايمان
۽ دولت کي ڌاڙو لڳايو پيو وڃي!



واٽهڙو اڃا وڏي ڪڙيءَ ها ته ڦيڳڻ ماءُ ڏٺو ته
ٽڪي ڪمبخت سواءِ جهرڪيءَ ٻـو هٿان وڃايو ڏٺي
ٻـسو جهٽ ڪڍي ڇانو تي ڀانئيس ، واٽهڙو اشاري تي سمجهي
ويو ۽ ڪڏهن هيڏو ٻانهو جي ور چڙهيل جنت ان کان
ڪمائڻ ۽ گهورڻي لهڻ ڪڍي چپ ڪئي ۽ ڦيڳڻ ماءُ
وري ٽهڪ ڏيندي چيو " ماريا ! تو کي آهن مشڪرايون
ڪرڻ وارن ، ته اسان کي ڏکڻ آهي ، ما لـا
جي ٻوڇا جو وقت ٿو وڃي ، جهٽ ڪر سامان
ڏي ! "

واٽهڙي سامان ڪڍي ڏنو ۽ مائي نعمت خاتون ڦيڳڻ
ماءُ سان گڏ روانگي ٿي ويئي -

( ٢ )

ڳوٺ کان ٻاهر اڪري وسني لڳيون ته سامهون
مائي جو هڪ عزيز الله ڏنو ايندو ڏسڻ ۾ آيو ، ڦيڳڻ
ماءُ ڏٺو ته ماريو هئي ته شڪار ۾ رولو ۽ ڇهيندو ، تنهن
وسني کان ڦرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ٻيو ٻيهي تاسي
ٻوڪ هاٿي ڪري ڳيا ، لاچار اڳتي وڌيون ،
الهڏنو نعمت خاتون کي ڏسي چيو " ادي ڪٿي
ٿا وڃو ؟ "

ڦيڳڻ ماءُ جهٽ فرمايو " ماريا ! تو کي ته آهي اسان
جو سوڄ ڦٽائڻو ، ماٺهو ڪر لي ويندڙ ڪان اسان ڀيچي
ٻيهڻجو وسڻو ۽ ڇهڻو هلڻو وڃي ! "

”ماني! هاڻي هن ديويءَ کي سجدو ڪري سوال ڪر، جانا پرٽ گهڻو ڀاڳ، تنهنجي لال جو وار به ونگو ڪو نه ٿيندو، پر ٻڌ، ايترو صاف رکج، سجدس. چڱي ڀلي ٿي ته ديويءَ کي ڪو ڪم وارو ٻوڙ ضرور دان ڪج!“

مانيءَ جواب ڏنو ”سائين اسين غريب آهيون ڪٿئون ميٺيون ته اڻ، ٻڪري ڏيئي سگهنداسون!“

پوڄاري ٺوڪ ڏيئي چيو ”ماني! تون ٻڪري به نه ڏج، پر ڪيو ايترو صاف رکج، ڪالي توکي گهڻ ڪري ڏيندي، پوءِ پاڻهي ٻڪي هر سال ڪٿئون ميٺيون ڏيندين!“

چالاڪ پوڄاريءَ کيس سجدا به ڪرايا، جانا به پڙايا، نه گهڻيون به ڪرايون، ۽ هر سال لاءِ ڏالي به ڀائي ڇڏيائين.

( ٣ )

مانيءَ نه خرش ٿيندي گهر آئي ۽ ڇوڪري جو حال ٻرو ٿيندو ويو، نه ڪا دوا نه ڏٺيءَ جي دعا، پاڻهماڻي ڏيهن ۾ ڏهه ڏينها اچي ڪاليءَ لاءِ ٺڪ نه هڪ نه ايم صدقو ڪيرائي، ٽان جو پورا ٿيج ڏينهن خوب قربانيون، ڇهين ڏينهن ڇوڪر لئه ٿڪي ٿڪڻو پورو آئي ويو، مانيءَ جو ڏيڻ

نه ويو ايمان نه، ويو پئسا نه، ويا لڏ، چوڪر نه ويو!

من يشرك بالله فكانما خر من السماء فتخطفه الطير او تهوي به الريح من ڪل مڪان سحيق

جنهن الله پاڪ سان ڪنهن کي ڀائيوار بڻايو تنهن جو اهڙو حال آهي جو ڄڻ ته آسمان مان وڃي ٿڪو ڪِرائين ۽ پکي ذرا ذرا ڪري کڻي وڃن، يا ڪيس طوفان کڻي وڃي ڪنهن پراهين هنڌ اڇليو!

(قرآن شريف)

---

# مصري عامل

(١)

اخبار رياست دهليءَ جو قابل ايڊيٽر سردار ديوان سنگهه لکي ٿو ته:-

مون ٽائيمس آف انڊيا ۾ اشتهار ڏٺو ته:-

## ”روحاني لکپڙه“

گذريل ۽ آئنده احوال روح جي وسيلي ڪاغذ تي لکيا ويندا. مئل شخص ڳالهه ٻولهه ڪري سگهي ٿي. وڌيڪ ڏسو        محمود بي مصري ايجنٽ“

آءٌ جڏهن ايجنٽ وٽ ويس تڏهن هن سان مليس، هن وٽ هڪ خوبصورت ٻويهن چوڪري ۽ ويٺل هئي جا سندس سيڪريٽري هئي.

هن مون کي مٿي وٺي ويهاريو مون کي اڇو پنو ۽ پينسل ڏني، چيائين ته اسين هليا ٿا جيڪي اوهين ڪي به ٽي سوال ڪاغذ تي لکي ڪاغذ ويڙهي ٻڌو اسان کي سڏ ڪجو.

مون هن تي هي سوال لکيا

(١) اڄ دهليءَ ۾ برسات ٿي يا نه؟

(٢) اڄ امرتسر ۾ ڪڻڪ جو ڪهڙو اگهه آهي؟

(٣) آءٌ مقدمو ۾ ڪٽندس يا نه؟

مون هاڻي محمود بي کي سڏ ڪيو، هو ٻئي مون

جي هڪ پاسي کان اچي ويٺا، محمود ان مون کي
ڇور ۽ ڪاغذ هٿ ۾ ڏيئي انهن کي هٿ سامهون
ڪري مون انهن کيو، ٻاڪ پنهنجي سمنڊ ڪجهه پڙهي
پوءِ ان شوڪار ۽ هنيائين پوءِ چيائين ته ڪول،
آءٌ ڪاغذ کولي، حيران ٿي ويس جو هو سوال کي
سامهون ڏٺڪڙ نه ڏٺن سان هيٺان جواب لکيا پيا هوا
لسم

چار ووٽا مڃڻ
ماڻو

( ٢ )

هي ڏسي آءٌ حيران ٿي ويس، مون ڪيس چيو ته
جيڪڏهن هي واقعي روح جو ڪم آهي ته به اوهان
کي آفرين آهي، جيڪڏهن ڪو هٿ ڏاڍو آهي ته
وري ڊبل آفرين آهي ڇاڪاڻ ته مون جهڙي عامل
ماڻهوءَ سان هٿ ڏاڍو ڪري وڃڻ اهڙيءَ زبردست
عقلمنديءَ جو ڪم آهي.
هو پڻي هي پنڌي بي اختيار ٽهڪ ڏيئي لڳا ۽
منهنجي صاف گوئيءَ کي واکاڻيائون.
ان بعد هن جي مون سان دوستي ٿي ويئي،
معلوم ٿيو ته هن ڏن جي والد جا پنج هزار روپيه هن کي
ڪمائي ٿئي ٿي عاليشان موٽرس، عمدو شراب، عمدا کاڌا
ڏو ڀيڻ سڀڪو پڳوائيندو هو؟ ٻيو هو ڪو عيش ڪندو هو.
آءٌ حيران ٿيس ته هيءَ ڪهڙي قسم جي روحانيت

پڻ نظر سهڻي جي اهڙي موحد لڳي هئي جنهن جو اهين والين
جي هر جاءِ حاضر ناظر هجڻ ۾ يقين ڪـــوا، هو،
ٻهار پنڌ ڳوڙها نرڪ مان لهاري وهيا هئا ۽ ڏس وليهه
جي ڪرامت، موحد اڳ ۾ چپ هو پر زبان حال سان
چئي رهيو، ته هيڻو چوڻ ته هئڙو پر ڪارازي جي ڪرو!

( ٤ )

او چٽو ڳڙ ڳڙاهٽ ۽ جيئڻ مان زور سان پاڻي اچڻ
لڳو، مون ٺهڪ ڏيئي چيو ته "واهه شاهه جي ڏکري!
پڪي! هن ته جهانجو ئي ڪيو! شاهه پنهنجو ڪم ڪو
شايد ڪڇو ڪيو جو جهانجي اڳو ڏي هاڻي هڪل ڪري
چوڻس ته وري ڪا واهر ڪر ته ته ڪئي ته ٺهيو پر
پر اڳتي پارهين ۽ ڪالهه ڪندءِس!" اٿين چئي ڪهو
جي موڙن ڏي منهن ڪري چيائين "پاڻي ڪا واڙي
جي ڪيو، اتفاق سان ڪو پتو وهي ليساوي جي
ڏانهن ۾ پيو هو لدو جنهن ڪري ۽ مدت قائم پند لهو
هو ته مالي صاحب ان ڪري شاهه جي هڪل ڏکري
سمجهي پئي خوشيون ڪيون پر اوهين ته سمجهدار
مرد آهيو، منهن زور سان پيو اچي، اوهين الي ڪا
جيڪي ڏکري هئڙو، پاڻي مالي صاحب جي هڪل سان
شاهه جو ڪا ڏکري هئي سا ته ڳوڙهاٽ ڪري هلي
وئي!"

# وتعز من تشاء

( ۱ )

اڄ دهليءَ جي بازارن ۾ غوغا لڳو پيو هو، هر ڪو نئين ۽ ونڊن ۽ عمدن لباس پائي بازارن مان اچي لنگهي رهيو هو جنهن ڪو ميلي تي ويندو هجي، ڳالهه هي هئي ته ڪالهه جو ترڪستان مان هڪ واپاري قافلو آيل هو جنهن ۾ قسمين قسمين سامان ۽ ڪيترائي غلام ۽ ٻانهيون به هيون.

هنن ۾ اهڙي سو ترڪي غلام به هوا جن سلطان التمش جي فرمائش تي هڪ سوداگر آندا هوا ۽ ٻيا ميل اهي سڀ غلام بادشاهه جي پيش ڪيا ويا، سڀني کي عمدا ڪپڙا پهرايل هوا، هنن مان هر ڪو بادشاهه وٽ مقبول ٿيڻ جو خواهشمند هو جاڪاڻ ته بادشاهه وٽ مقبوليت معني اقبال جو دروازو کلڻ جو امڪان!

بادشاهه هر غلام کي ڏسندو ۽ سندس حالت پڇندو پسند ڪندو ٿي ويو. تان جو ۹۹ غلام پسند ٿي ويا باقي هڪ بادشاهه کي پسند نه آيو جو هو بدرو ۽ صورت جو بڇڙو هو، نه فقط ناپسند آيو پر بادشاهه هن جي آڇ تان سوداگر تي غصي به ٿيو.

هي ڏسي اهو بدصورت غلام نهايت جگر مندي؟

جي حصي جو ڪم ڪري ڇڏيندو آهيان پوءِ ان ۾ ڪهڙو حرج آ؟“

”بيوقوف! توکي پاڻ سان گڏ ٻين رعيت جي ڀلائي آهي ته دل ۾ موچڙا کائيندين.“

”موچڙا ته پوءِ موضيءَ وارا آهيو، اڄ پهرين ڀيري وقت کان اڳ ڪم نه ڪندس!“

داروغي کي پاڻ ۾ کلي چيو ”خوب! اهو ٻڌاءِ ته دليءَ جو بادشاهه تو سمجهيو ڇا، جو تنهن لاءِ ڪم ڪرڻ وارو ٿئين؟“

غلام سمجهندي چيو ”منهنجو مالڪ ساري جهان جو بادشاهه آهي، بادشاهي ته ان جي آهي، ان جو ڪم آهي هو مولڪي دليءَ جو بادشاهه ڪٿي ٻڌائي ته پوءِ ان وقت ڪا دير ڪندا آهيو، اڄ هميشه عبادت جي پابندي ڪا ڇڏي ڏيندس!“

داروغو اهو ٻڌي پنهنجي دل ۾ ڪاوڙجي چيو ”اڙي بيڪار کي اچو، دليءَ جي بادشاهه جو منهن ته ڏسو، شڪل جو ڪهڙو، قد جو ٻٽو، اهڙي جو غلام دليءَ جو بادشاهه ڪوڙ جهون سڏون ٿو ڪري!“

غلام ته ٿڪ لڳي، پر غلام شرمسار نه ٿيو، هو بلند آواز سان قرآن شريف جي هي آيت ترجمي سميت پڙهي:-

اللهم مالك الملك تؤتي الملك من تشاء وتنزع
الملك ممن تشاء وتعز من تشاء وتذل من تشاء بيدك
الخير انك على كل شيء قدير
تولج الليل في النهار وتولج النهار في الليل وتخرج
الحي من الميت وتخرج الميت من الحي وترزق من
تشاء بغير حساب

اي الله! اي ملڪ جا والي! تون جنهن کي وڻي تنهن کي ملڪ ڏين ٿو ۽ جنهن کي وڻي تنهن کان ملڪ کسين ٿو، جنهن کي وڻي تنهن کي عزت ڏين ٿو، جنهن کي وڻي تنهن کي بي عزت ڪرين ٿو. هر ڪا چڱائي تنهنجي ئي هٿ ۾ آهي، تون هر ڪم تي وسوارو آهين!

تون رات مان ڏينهن ٿو بڻائين ۽ ڏينهن مان رات ٿو بڻائين، مئي مان جيئرو ٿو ڪڍين ۽ جيئري مان مئل ٿو ڪرين ۽ جنهن کي وڻي تنهن کي بي حساب رزق ٿو ڏين!"

( ٣ )

"هي ڪهڙو پڙڪ ڳالهائي رهيو آهي؟"
بادشاهه غصي مان چيو
هڪالي بدصورت غلام کي بادشاهه وٽ حاضر ڪيو ويو
"اڙي تون جو هن مهل پڙهين ٿي، اِهو جي الله تعالى رهيو هئين؟"

آڏو آهي، الله پاڪ جنهن کي عزت ٿو ڏئي تنهن کي ائين ٿو ڏئي جو اهو بخاري بد صورت غلام ترقي ڪندي ڪندي وڃي وزير اعظم ٿيو ۽ لوڪ اهو نه ڏٺائون ته جو امير ٿيو ۽ سڀني ڪيس ڏٺي هندستان جي تخت تي ويهاريو ۽ هندستان جي هر مسجد ۾ جمع جي خطبي ۾ اهو لفظ پڪارجي ويو:

"خاقان اعظم، سلطان معظم، امير المومنين ۽ سلطان محمد غياث الدين بلبن ابدہ الله بنصره العزيز!"

الله جو هي بندو، هر شخص، جنهن کي هو ڪهڙي اهڙي ترقي ڪري سگهي ٿو، بشرطيڪ هو ڪائنات مدد طلبي، سندس ڀروسي تي ڪوشش ڪري، همت ٻڌي القدير جي ڀروسي تي، وهنن جي اکين اڳيان اڄ هنن جو عروج ۽ سڀاڻي زوال موجود آهي!

لازمي نه جد و جهد ڪرکند وصل دوست

قومي دگر حواله به القدير مي ڪنند!

نه لازم مونکي هي ڪو ته دستي سي هي بهروزمي
تو ها ڪر هاتف ڇو لياني جام وسپواسي ڪاهي!

# مجاهد ڪشمير

وادي ڪشمير ۾، جتي ٩٥ سيڪڙو مسلمان رهن ٿا اُتي ڪافرن غريب مسلمانن تي جيڪي ظلم شروع ڪيا آهن ۽ ان جي جواب ۾ مجاهدن ڪهڙيون لاجواب سرفروشيون ڏيکاري ساري دنيا کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو آهي تن جو هر مسلمان جي ڄاڻڻ ۽ دل سان مطالعي لائق آهي.

جنهن ۾ نهايت دلچسپ ناول جي صورت ۾ ڪشمير جي گدي ڌڻي، راجا هري سنگهه، شيخ عبدالله، سردار محمد ابراهيم، چوڌري غلام عباس، جا مفصل حالات، ڏوگرن ۽ سکن جا مسلمانن تي بي انتها ظلم، مجاهدن جون مجاهدانه ۽ سرفروشانه ڪارروايون، ڪشمير جي نقشي، روح پرور قومي نظمن قرآن ۽ حديث جي تعليم سميت ڏنل آهي وري ناول ۾ ڏوري عشق ۽ محبت جي چاشني ڪتاب کي هيڪاري دلچسپ بنائي ڇڏيو آهي مگر اهي هوندي به ڪتاب اهڙي مهذبانه انداز لکيل آهي جو عورتن ۽ ٻارن کي پڙهائڻ ۾ ڪو به حرج ڪونهي بلڪ ضروري آهي ته هر عورت ۽ ٻار کي اهو پڙهايو وڃي. قيمت ٣-٠-٠

ملڻ جو هنڌ:-

**مئنيجر رسالہ عبرت**

**اسلاميه دار الاشاعت حيدرآباد سنڌ**

# بابر جو قاتل

## (١)

هي اهو وقت هو جڏهن مشهور واڳ، سانگا سان بابر جي زبردست جنگ ختم ٿي هئي ۽ واڳو ازيءَ طرح شڪست کائي مارجي ويو هو، واڳ جي جان اشارن مان هڪڙي کي هن شڪست جو ڏاڍو ڏک هو ۽ ڪيس اما ڏڪ لڳي ويئي ته ڪڏهن به طرح اهي بابر کي قتل ڪريان جڏهن هندو جاتيءَ کي ذليل ڪيو آهي. هو هڪ زهريلي تلوار ٻڌي آگري پهتو ۽ موقعي جو منتظر رهيو ته ڪڏهن ٿو بابر هٿ اچي ۽ کيس قتل ڪري واڳ سانگا جو ويرو واريان ۽ اوم جو جهنڊو بلند ڪريان.

## (٢)

سڄيءَ بزار ۾ هاهاڪار مچي ويئي. هڪ مست هاٿي خوفناڪ چڪواڙون ڪندو اچي رهيو هو، ماڻهو جان بچائڻ جي خوف کان ڀڄڻ لڳا، ڪو ڪيڏانهن لڪي رهيو هو ته ڪو ڪيڏانهن ڀڄي رهيو هو اوچتو هڪ طرف کان رڙ ٿي. "اڙي ڀائرو! ڀڳوان جي واسطي منهنجي ٻچڙيءَ کي بچايو!"

ماڻهن ان طرف نظر ڪئي، هڪ غريب ٻڪياڻي ٻڙيءَ طرح دانهون ڪري رهي هئي' سندس ننڍڙي

ھونئي پيو.

بهادر جوان وڏي ڇوڪري ماءُ جي حوالي ڪئي، جنهن فرط محبت کان سيني کي لڳائي، ۽ هن بهادر کي غور سان ڏسندي سڄي مجمع مان آواز بلند ٿيا ”شاه بابر“ ”خود بابر بادشاه“ ”شاه بابر زنده باد“

مجمع ۾ اسان جو مٿي ذڪر ڪيل اهو بالڪو به ايمل هو جو راڻي سانگا جو وڏو ونڊ لاءِ بابر کي قتل ڪرڻ آيو هو، اڄ هي واقعو ڏسي هو بيتاب ٿي مجمع کي چيريندو اچي بابر وٽ پهتو ۽ تلوار ڇوڙي سندس قدمن ۾ رکي ٻانهن سر جهڪائي اٿي رهيو.

”هي ڇا آهي بهادر راجپوت؟“ بابر چيو

”سچ ٿا چئو حضور! هيءَ تلوار راڻي سانگا جي قاتل ٿيڻ وڏو ونڊ لاءِ آيل هئي، پر جنهن ڏٺو ته راڻي جو قاتل نه اهو سچو پڪو شير آهي جو جيڪڏهن ميدان جنگ ۾ دشمن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ٿو ته ميدان امن ۾ وڏي اهڙي ڇوڪري جو آءٌ ٻهڪندي جان جوکي ۾ وجهي ڪري ٿو جنهن کي اوچ هندو ڇوڪ به باپ سمجهن ٿا.

انهيءَ مناسب آهي ته اهڙي بهادر کي خون ڪرڻ جي ناپاڪ ارادي سان آيل کي بابر بهادر جي سان قلم ڪري.

## ( ۵ )

ٽلوار سنڌس ميان ۾ وجهي، ڪنس ڀاڪر پائي بابر چيو "نوجوان راجپوت! پنهنجي قومي دشمن کان وير وٺڻ جو ارادو ڪرڻ ڪو گناهه ناهي، خاص ڪري انهي بهادر لاءِ، جنهن کي ذلت ۽ اپمان ڪرڻ جون اکيون نه هجن. بابر بهادرن ۽ غيرت مندن جو قدردان آهي، خصوصاً جڏهن هنن کي اهڙا دل هجي، جنهن سان مرد ۽ ڪانئر ۾ تميز ڪري سگهن!"

"اي حضور! اها قدرداني نه فرمائي وڃي جو قيديءَ کي هميشه لاءِ پنهنجو وفادار اردلي ٻانهو وڃي!"

ڪرانڙي پائي بابر چيس "منظور آهي! بابر توکي هميشه پنهنجي دلي دوست تصور ڪندو!"

هي بهادر راجپوت دائما بابر جو جان نثار ۽ وفادار ٿي رهيو!



# نيپلائي جا ڪتاب

پڙهڻ مان

دل کي فرحت

دماغ کي روشني

جگر کي طاقت

روح کي پاڪيزگي

حاصل ٿئي ٿي

صحيح اسلامي معلومات حاصل ٿئي ٿي شاندار

اسلامي تاريخ جي واقفيت ملي ٿي مستقبل بهتر

بڻائڻ جو رستو معلوم ٿئي ٿو

پاڻ پڙهو

پنهنجن ٻچن کي پڙهايو

پنهنجين ڀيڻين ۽ عورتن کي پڙهايو

پنهنجن دوستن کي ٻڌايو

زڪوات ۽ خيرات جي حصي مان وٺي

مفت ورهائي ثواب حاصل ڪريو

گهرائڻ لاءِ هن رسالي پر پوسٽ ڪارڊ لکي

ٽپال ۾ وجهو. ملڻ جو هنڌ:-

**اسلاميه دارالاشاعت حيدرآباد سنڌ**

# راجا هري سنگهه جي دربار

(۱)

اڄ دسهڙي جو ڏينهن آهي ۽ گذريل سال اهي
ئي ساڳئي ڏينهن ڪشمير جي راجا هري سنگهه
پنهنجي دربار منعقد ڪئي هئي.

راجه محل جي وڏي هال جي چوٽيءَ تي تخت
وڇايل هو، جو هڪ شاهي ڪرسي هئي جنهن جي
مٿي، هيٺ، ساڄي ۽ کاٻي، سونيون جهالرون لٽڪي
رهيون هيون.

جڏهن درباري اندر ٿيا، آيو سو جتي لاءِ دربار
هال ۾ هڪدم جهڪي ٿي سنگهاسن (تخت) کي نمسڪار
ڪندو پنهنجي جاءِ تي ٿي ويٺو، بالڪنيءَ ۾ ڪي
فوجي اڳواٽ ڪرنل جرنيل ۽ مهمان ويٺل هوا تخت
جي ساڄي پاسي پهرين قطار ۾ گانڌي ٽوپي پاتي هڪ
سنهڙو شخص ويٺل هو، هي ڪير هو، "وزير اعظم
بهادر شيخ عبدالله شير ڪشمير!"

هاڻي هڪ ڪرخت دار آواز آيو "خبردار! هوشيار!
راجائن کي راجا مهاراجا سر هري سنگهه بهادر پڌاريا
هن!"

سڀ درباري اٿيون هيٺ ڪري سر جهڪائي
اٿي بيٺا، راجا بهادر شان سان وڃي تخت تي براجمان

هو ٽڪل هو ان ڪري بي اختيار وهائي ڪري ٽهڪ لڳائي آواز ورائين، اهڙو ٽڪل ٻي ڏڪري سان هڪ وڏي ڳلڙي ٻڌي ۽ ان جي ٻڌائين. او چتو هن کي ڪو خيال آيو ۽ سندس ڏيهو ڪوٽ ٻه لاهي ڪٽي ان جي ڳلڙي ۾ وڌائين.

پوءِ ابن ساباط ڏي منهن ڪري ساڳيءَ مسڪينيءَ سان چيائين "منهنجا دوست! تون ٽڪل هجڻ سان گڏ ڪجهه بيڪار به ٿو سمجهين ٿو؟ بهتر آهي ته هلڻ کان اڳ هڪ پيالو کير جو پي وٺ پوءِ ته آءٌ هٿ ڪري اچان! ......

( ٥ )

هو ماڻهو ته ٽڪڙو هلندو ويو پر ابن ساباط حيرت ۾ ٿي غلطان رهيو، آخر هي ڪير آهي، هيتري مرحبا ڇو ٿو ڪري، ڇا جاه جو مالڪ آهي؟ مگر مالڪ ايتري مرحبا ڪٿي ڪندو؟ ڇا هن ۾ ڪو راز هوندو؟ پر هن شخص جو چهرو ته فريب هرگز نٿو ٻڌائي! پوءِ آخر هي آهي ڇا؟

او چتو هن کي دل ۾ ڪو خيال آيو ۽ هن ٽهڪ ڏنو...... بي اختيار چيائين "توبه! آءٌ به ڪهڙو نه بيوقوف آهيان، ڳالهه ته صفا پڌري آهي، عجب آهي ته مون اڳ ڇو نه سمجهيو، بس پڪ سان هي به ڪو منهنجو ڌنڌي واري آهي، هو به هتي چوري

ڪڍڻ آيو ھوندو، ھتي جو ڪافي واقف ھوندو، ھن کي خبر ھوندي ته اڄ جاءِ خالي آھي ان ڪري ٻاھرڪيو ھن شمعدان کڻي چوري ڪرڻ آيل ھوندو، پر مون کي ڏسي منھنجو رفيق اچڻ ۾ خوش قسمتي سمجھندو ھوندو ۽ منھنجي ھر خدمت ۾ اچا آڻڻ ۾ خوشي، ڀلا مونکي ڪيئن نٿو سڃاڻي؟

الي ھو ٻه ڪپڙ کڻي اچي ٻيٺو، ابن ساباط ڪپڙ پيٺو ۽ ڪيس حڪومتي آواز ۾ چيائين ” ڏس! مونکي ھرڪو سڃاڻي ٿو، آءٌ تو کان اڳ ٻه ٻيٺل آھيان، ان ڪري اچرڪي مال ۾ تنھنجو اڌ ڏسي نٿو سگھي، اھو چيڪي مون مطلب سمجھيو سو ملندو، ۽ ٻئي توکي منھنجو ھر حڪم مڃڻو پوندو ته، پوءِ پيھن جو رستو ھميشه جو رھندو ۽ ٽرن ٻه مون مان ڪافي فائدو پرائيندين! ياد رک، آءٌ ابن ساباط آھيان!“

ٻيو ھمراه اڃا چپ ھو مگر ٽور و مر ڪيو، ھي ڏسي ابن ساباط جي اکين مان الا لڪرڻ لڳا ۽ ڪڙڪو ڪري چيائين ” جواب ڇو نٿو ڏين؟ ياد رک! توسان اھو ابن ساباط ڳالھائي رھيو آھي جو ٻنھنجي ساٿين لاءِ نھايت سخت آھي ۽ ھر ڪنھن وقت ٻه ڪنھن جي ڪاند لڪي اسد و آھي، جواب ڏي ........ جلدي ......“

ھن ھمراه ڳالھ، ڪچي مر ڪي چوس، ” منھنجا پيارا دوست! ڇو دل کي وانجائو ڪرين؟ مون کي

اعتبار نہ ڪيائون ۽ ڪمس چيائون، "ڇڱو هاڻي توهان
ڀلي وڃو. توهان سڀئي نہ آهيو پر ڪم جو نہ آهيو، مان
تہ مان خوش آهيان ۽ اميد تہ جلد ئي اوهان مهمانيءَ
واڙن مان بہ واقف ٿيندا تہ سندس مهمانيءَ مزي اڪيلي
مان بہ!"

سالڪي مرڪي لڳو، هن جي منهن تي نوراني چمڪ
تہ اکين هئي پر ٻولڻ ٻهر جي چالبازيءَ ان کي
وڏيڪ چمڪائي رهي هئي، هن سندس ڪلهي تي
هٿ رکي چيو، "دوست! انشاء الله! توهان مون کان
دائم خوش رهندا، پر اڄ ڪن ڪولاهن جي
معافي گهران ٿو بعد آءٌ اوکي پهچي اڪيلي؟ واز مان
اڳراٽ واقف ڪريان ٿو. آءٌ اهو نہ آهيان جو تو
مونکي سمجهو آهي، آءٌ ٻولڻ ٻهر الندو آهيان، اڄ
توکي در مان ٽهاريندو ڏسي دوست مون خود لاهي
چڙهو هو ۽ اهي تاڪيا اهي ڪمري پر جلدي جلدي
اچلايا بہ مون هوا، تہ توهان مهمان مهمان، جو مهمانيءَ
گهر پر اميد رکي آئي سو لهو واپس تہ وڃن، اگرچ افسوس
اهو تہ تهمانيءَ اچا وڏيڪ خاطري ڪري نہ سگهيس.
پر ڏو ڏاڙهيلي مهمان گهر ڏو آهي نہ جلدي بہ مدد
جي خدمت جي ضرورت ٻاريڪي لڏهن سواء ڪنهن
جواب جي اي ڏڙڪ ٻهڻ جي سالڪيءَ کي ياد
ڪيائون، خدا پاڪ جي سلامتي ۽ برڪت شل هميشہ
تو سان رهي!

پر هي ٻه انسان آهي، جنهن مون کي السلامُ جو ورندو ڏيکاري، انهي غلط ڪوه مان ڪيئن جي ڪوشش ڪئي آهي، ڇا آءٌ اڃا به اهڙي انسان جو هٿ پڪڙي هن اونداهي، ڪڏهن به دوزخ ڪوه مان ٻاهر نه ڪڍندس!

هو هڪدم ٽپ ڏيئي اٿيو ۽ وڏيون وڏيون وکون کڻندو اچي انهي سائينءَ واري ڪچي مڪان ۾ پهتو.

( ۸ )

رات هو لڪندو، ڇپندو، ٻڌجندو آيو هو پر اڄ هو بي ڌڙڪ ٿي ٻاهرئين ساڻ اندر گهڙي ويو، هڪ ماڻهوءَ کان پڇائين "هي ڪنهن بزرگ جو مڪان آهي؟"

هن مرڪي چيس "عجب آهي! تون حضرت شيخ جنيد بغداديءَ رح جي نالي کان به اڻ واقف آهين!"

"اف! ته ڇا هي حضرت جنيد بغدادي هو؟ ڏاڙهن جي ايام ۾ ته آءٌ هن جو نالو ٻڌي مشڪريون ڪندو هوس، هن جي بي شمار مريدن جو ٻڌي انهن جي بيوقوفيءَ تان کلندو هوس، پر اڄ ته هن جهڙي محبوب شخصيت مون جي نظر ۾ ٻي ڪا به ڪانه آهي!

انهي سائينءَ واري ڪوٺيءَ ۾ حضرت ويٺو هو، سارو ڪمرو معتقدن سان ڀريل هو، اين سانڀاط ڏو

اندر گهڙيو ته، شيخ ڊوڙي "پيارا دوست!" چئي
اٿي کيس ڀاڪر وڌو، هو بي اختيار اوڇنگارون
ڏيئي روئڻ لڳو.

مگر شيخ گرانڊڙي ڏيئي چيس "پٽ! ڪو اوسان
نه ڪر. هل ته سڀ مولا پاڪ جي دربار ۾ هلون
سومهڻي جي نماز جي ٻانگ اچي چڪي آهي!"

( ٩ )

مولا پاڪ جي دربار ۾؟ ...... اهو ساهه اوڇنگار
ڏيئي چيو "ڇا! هن جي دربار ۾ مون جهڙي سنگدل
جفاڪار، ظالم، وڏي گنهگار ۽ پاپي ته نهو مگر اوهان
جهڙن مقدس ٻانهن کي ستائيندڙ لاءِ به ڪا
پيءُ وٽ جي جاءِ آهي؟ ڇا هي ڪارائڻ سـ-
پـو ڀال منهن سان اهي مولا پاڪ کي ڏيکارڻ جو
لائق آهي؟"

شيخ کلي چيو "ڇو نه! پٽ! هن جي رحمت
ته سڀ کان وڌيڪ گنهگارن جي تلاش ۾ هوندي
آهي، گنهگار هن ڏي هڪ وک کڻي ٿو ته هو ڏاهس
ته وکون کڻي ٿو، هو ٽڪو هلي ٿو ته، هو ڊوڙي
وٽس ٿو، گنهگار کي پنهنجي حضور ۾ ايندو ڏسي
هن کي ايڏي ته خوشي ٿئي ٿي جيتري ڪنهن شخص
جو ٻار سان پيار اٺ وڃي پٽ ۾ وڃائجي وڃي، هن
جو ڪو اوهي واهي نه هجي، ٻاڪي ۽ اتان ٿي هجڻ

ڪري گهڻي وقت سبب هو پياس کان بيتاب ٿي
ڪري پيو ۽ .......... اچانڪ اهو اٿ اچي
اڳيائنس بيهي !” *

ابن ساباط وري به هڪ زور سان اوڇنگار ڏيئي
چيو ”يا حضور! منهنجي ڏوهن کي ڏسي آءٌ ته
پنهنجي لاءِ ڪا اميد جي جهلڪ به ڪا نه ٿو
ڏسان!”

شيخ کلي چيس توهان اتر نه سمجهو پر مولا پاڪ توکي
نه پڪاري ٿو ته ” يعبادي الذين اسرفوا علي انفسهم
لا تقنطوا من رحمة الله ! ان الله يغفر الذنوب جميعا
( اي منهنجا بيحد گنهگار بندو! الله پاڪ جي رحمت
کان نا اميد نه ٿيو، بيشڪ الله ته سڀ گناه بخشيندڙ
آهي!”

ابن ساباط وري به اوڇنگار ڏيئي چيو ”بيشڪ
اها پاڪ آيت منهنجي لاءِ اميد جو پيغام آهي، مگر
هيءَ گناهن ۽ ڏوهن کان قتلام ٿيل دل وري
جيئندي ڪئن؟”

شيخ وري به مرڪي چيس ”اڙي، جيئن الله
پاڪ فرمايو آهي ته فانظر الي اثار رحمت الله ڪيف
يحي الارض بعد موتها ( ڏسو توهان الله پاڪ جي رحمت

* هي سڀ لفظ حديث شريف تان ورتل آهن.

جي انسانن ڏانهن ڏس، ته ڪيئن زمين جي مرڪ
بعد هڪڙي جاري ٿو!)"

ابن ساباط شيخ سان گڏ مولا پاڪ جي حضور ۾ ويو، پيا نماز پڙهي هليا ويا مگر هي رهندو ۽ پڇندو مولا پاڪ کي پاڻ ڏيندو ڪيس ٻو چاهيندو رهيو!

( ١٠ )

دنيا انهي "ڏاڙيل ابن ساباط" کي اڄ "حضرت شيخ احمد ابن ساباط رحمت الله عليه" جي نالي سان ياد ڪري ٿي!

بيشڪ حڪيم الامت علامه اقبال جو اهو قول لفظ به لفظ صحيح آهي ته "نگاه مرد مومن سي بدل جاتي هين تقديرين!"

الله جا پيارا بندا، پنهنجي اُتم اخلاقن سان، رهزنن جي دل کي الهن موهيندا آهن، جو هو شيطان جي مضبوط چنبن مان بي اختيار ٿي ڇڏائي اچي مولا پاڪ جي حضور ۾ سر ڌريندا آهن ۽ پوءِ انهي رحمان الرحيم جي رحمت ته ڪين آغوش ۾ وٺي اسفل السافلين (هاڻي جي تري) مان ڪڍي فردوس بريان تائين رسائي ڇڏيندي آهي!

اي انسانو!

انسان کي انهن اخلاقن سان سنواريو، جي الله پاڪ جا فرمايل ۽ سيدس سچي رسول ۽ انهي جي سچن

پوري ڪمدڙن جا ڪري ڏيکاريل آهن، ڏاڍي جي زور سان ڪيرائڻ ته آسان آهي پر ڪريل کي اڀاري ڏيکارڻ ئي سچي انسان جو ڪم آهي!

اشه پلا کي گرانا تو سب ڪو آتا هي
مزا تو جب هي ڪه گرتون ڪو ٿام لي ساقي









# مـرشد جـي نـنـڊ

( ١ )

پنجاب ۾ هڪڙو وڏي مرتبي وارو مرشد سڳورو آهي جنهن جا هزارين مريد آهن ۽ سنڌ ۾ به اهي پکڙيل آهن، انهي جي جواني جي زماني جي روايت ڪندا آهن ته هڪ ڏينهن شام جو وٽس هڪ مريد سندس زال ۽ ڌيءَ سميت زيارت ڪرڻ آيو، مرشد سڳوري جو ڪٿي ننڍيءَ مريداڻيءَ تي فيض جي نظر ڪري ته بس چڙهي ته ڪا بهشت جي حور آهي يا راجا اندر جي منڪا جهڙي اپسرا ( جنهن وشوامتر رشيءَ جي تپسيا ۾ ڀنگ وجهي سنڌي ادبي بورڊ کي ونڊڻ "شڪنتلا" پيش ڪري ورتي هئي ! )

مرشد جي دل بي اختيار ٿي محبوب ٻيا محبوب ڪرڻ لڳي، هٿ ڏئي لاهه ايا ٿيا ۽ نظر محبوب جي چهري تي هئي، ڏسندي اهڙي ته اينگهه ڪئي جو ليٽندي ئي ڪئي جيستائين مريد کي ڇڪ آئي ۽ مرشد کي ڇرڪ ٻڌو!

مرشد کي صاحبزاديءَ ڏانهن راس جي فيض جو پيغام موڪليو، هو ٻڌ نه سمجهيءَ سان سارو ڏينهن اهڙن ڪن ڪمن ۾ مشغول ٿي وئي جو ٻاڏي ئي جو مس واندو ٿيو، اڪيلي جو وجهي پٿري تي ڪرايو ته محبوب جي صورت اکين اڳيان ڦري آيس پر هاڻي ان مهل

قرب جو انجام ڪٿي ويندڙ خاص ڪشش همٿ اچي،
٢ صبح جو تہ سڀ ڪم ٿيو وڃي ها پر مرشد صاحب
کي صبر اچي چڪو ٿو!

( ٢ )

جواهر جو اثر، جيان ڪي بہ اهو ڏسي، مرشد
سگوري جي ضبط جي طاقت ڪافور ٿي وئي، هڪ
هئي تہ سچا مريد پاڻ مرشد جي فيض کي انڌ و
ڏسندي اعتراض تہ نہ ڪندي الٽو پنهنجي پاڻ تي
فخر ڪندي، سو بي اختيار اٿي ۽ سڌو وڃي محلاتِ
خاص ۾ پهتو جتي سڀ ستا هوا، هوءَ گلاب جي گل
۽ چنبيلي جي ڦل جهڙي نازنين بہ جوانيءَ جي خمار
۾ مست هئي، چالبازي ڪهيءَ ۾ ڇوري جي ڀاو ڀيٽي
هئي، مرشد بي اختيار وڃي همٿ وڌس.

نازنين جڏهن جاڳندڙ هجي ها تہ شايد "ايڏي
مريد پاڻي" وانگر مرشد جي فيض کان انڪار نہ ڪري
ها پر هوءَ وڃاري هئي جوانيءَ جي ننڊ جي الوٽ
۾، ستا ڇرڪ ڀري جاڳي پيئي ۽ ڪرڻ لڳي
رڙيون، مريد مرشد پاڻيون سڀ جاڳي پيا ۽ وٺي
اهو اهو ڪيائون.

پير صاحب ڏٺو تہ ڳالهہ تہ ٻڙي ٿي، تڏهن سگوري
اکيون کڻي پوريون ۽ جهومندو جهومندو "هو الله"
"حق الله" ڪرڻ لڳو، ڪوڙ ٿي چوڪيدار بہ اچي ويا
سڀ کڻي ڏسن تہ هي تہ مرشد سگورو!

( ٣ )

مريد ته حيران هوا، پر سمجهدارن مان هڪڙي ڪلي چيو ”مريدو! معتقدو! اسانجي مرشد سڳوري جي اها عادت آهي جو اڪثر ننڊ مان اٿي عبادتون ۽ ذڪر فڪر ڪندو آهي، هميشه ته فقط مهمان خال ۾ هلي آيو آهي پر ڪڏهن به ننڊ جي ئي حالت ۾ وضو ڪري نماز پڙهي وري وڃي بستري تي ليٽندو آهي مگر کيس خبر ئي ڪا نه پوندي آهي نڪا يادگيري هوندي آهي ته ڪهڙي عمل اٿيو هئس!

يوناني حڪيم چوندا آهن ته اها هڪ بيماري آهي جنهن کي ”مشي في النوم“ يا ”ننڊ ۾ هلڻ“ سڏبو آهي، پر يارو اسين نه سمجهندا آهيون ته، ڪنهن بزرگ جو قول

”سدا سڀ سراهڻ، اندر عبادت جن جي“

وانگر اسان جو پنهنجي جهان جو پير جهلو مرشد عبادت ۾ ايترو مست جو هن جي ننڊ به عبادت آهي!

اوهان جا وڏا ڀاڳ، جو مرشد هتي فيض خاطر آيو، اوهان جون سڀ مرادون پوريون، اوهان جو بخت ڪهڙو؟ هيءَ صاحبزادي؟ اڙي اها نه، هتي ته واڳي ٿيندي؟ پهتس ۾ ته واڳن جي سردار!“

مريد سڀ سبحان الله سبحان الله چوڻ لڳا.

(٤)

ناظرين کي پڪي حيران ٿيندا ته سر آمد عاشقان، حضرت منصور حلاج صاحب، جنهن کي وڏو ولي ٿو سڏيو وڃي ۽ جو "آءُ خدا آهيان" چوندي موچڙا کائيندو وڃي ڦاسيءَ تي چڙهيو تنهن جي سڳوريءَ سوانح عمريءَ يا ملفوظات ۾ به لکيل آهي ته هڪ دفعه پاڻ اسر مهل وڃي ڪنهن مريد پاڻيءَ جي سيني مبارڪ تي هٿن مبارڪن جو سٽڪو ڪيائون.

ڇوڪريءَ چرڪ ڪاڍي ڪيون وڏاون، مريدن به سجاڳ ٿي، پڇيو "حضور! هي ڇا،" چي "ءُ هن کي مدد مان اٿارڻ آيو هوس ته اٿي اماز پڙهي، اڄ خدا جي فضل جي برسات ٿي رهي آهي ۽ هن کي انهي فضل لاءِ خاص سڏ ٿيو، هيءَ اڄ اولياءَن جي سردار بڻبي!"

(٥)

اهي آهن مرشدن سڳورن جا فيض، پر يار، انهن فيضن هٿ ڪرڻ لاءِ به دل گهرجي، جگر گهرجي ۽ همت گهرجي، اهڙو ڪنهن ننڍڙيءَ دل ۽ هيڻي جگر واريءَ نياڳي مريد پاڻيءَ جي هٿي جاءِ نه آهي!

هي پالو پوس وارو
عشق صادق جي لاءِ
هيءَ مٿي اعمس پلا
ڪا جهڙي آهري ڪي جڳاهه

هتي نه بيان العارفين جي فرمان موجب اهڙا مريد گهرجن جي مرشد کي راضي ڪرڻ لاءِ ڪيس ڪڏهن دسق ڏيان، پٽڪو لاهي ڪيس وهڻ لاءِ ڏين ۽ گوڏن جي چادر لاهي پوڊو ڪن نه مٿان ڪو مرشد کي ڏسي، پلڪ پنهنجو سهڻو پٽ ب ڪڍي مرشد جي حوالي ڪن. نه پوءِ فيض جون ب اهي پالوئون نه سندا جو ڪيا پاس!

---

# ڏيـــــپـــلائـــي

## جـا ڪـتـاب

# هرمسلمان لاءِ

## مـفـيـد آهـن!

# شاهي پروانو

رات ڪافي گذري چڪي هئي. چوڪيدار سمهڻ جون تياريون ڪري رهيو هو، ڇاڪاڻ ته هاڻي ڪنهن مسافر جي اچڻ جو گمان اٿي ڏسڻ ۾ آيو، پر اوچتو هڪ مسافر ايندو ڏسڻ ۾ آيو.

چوڪيدار هن ڏي ڏسڻ لڳو، هو هڪ نوجوان هو، مگر پريشان حال ۾ ٿڪل، چوڪيدار کي ويجهو اچي چيائين "آءٌ هن سراءِ ۾ رهندس!"

چوڪيدار جواب ڏنو "ڪيو، ڏيو محصول!"

جوان جواب ڏنو "محصول نه موجود ڪونهي!"

چوڪيدار چيو ته "سراءِ ۾ رهڻ نه ڪين ڏينداسون."

جوان ويچاريءَ سان چيو "آءٌ انهيءَ پريشان حال ۾ ٿڪل آهيان. مهرباني ڪري موڪلي محصول جي معافي ڏي."

چوڪيدار ارمان مان چيو "افسوس! آءٌ مجبور آهيان. محصول منهنجي ڀائي جو آهي خلافت جو مقرر ڪيل آهي، آءٌ انهيءَ جو امين آهيان، توهان محصول ڏيئي رسيد وٺو، مون کي ڪنهن به حالت ۾ اهو ڇڏڻ جي اختياري ناهي!

(٢)

جوان ڪاٺي وڃڻو ن ڪڍون مگر چوڪيدار هڪ
ٻه ٽه ٻڌس، هاڻي هو ڇڙو ۽ اکيون ڪڍي چيائينس
”خبر اٿيئي آءٌ ڪير آهيان؟“

چوڪيدار ان ٻروارو مان چيس ”ڪير به
هجين ڪٿي خليفي جو پٽ هجين، مگر آئون
پنهنجي فرض منصبيءَ کان ڪنهن رعب ۾ اچي
هٽي نه سگهندس!“

جوان مرڪي چيس ”آءٌ سچ پچ خليفي جو پٽ
منصور آهيان!“

چوڪيدار اٿي مصافحو ڪري چيس ”مرحبا!
خوش آمديد!! اوهان کي ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي،
مگر محصول ڪنهن به صورت ۾ ڇڏي نه سگهندس،
توهان جو والد هن مال کي ڇا نه سمجهندو هجي؛
ڇا نه سمجهي خرچ ڪندو هجي، اهو ڄاڻي ۽ هن جو
خدا ڄاڻي، مگر آءٌ خلافت جي مال کي خدائي مال
سمجهي ان جي حفاظت ڪندس، مولڪي جيڪي
قاعدا قانون ٺهيل آهن انهن کان مونکي ڪنهن
جي به شخصيت هٽائي نٿي سگهي!“

جوان هاڻي چڙي چيس ”اي بي ادب گستاخ! تون
سڃاڻڻ بعد به منهنجي بي عزتي ڪري رهيو آهين؟
تون سوچ ته ٿو ڪريان نه عدالت خلافت لاءِ وڃڻ
بعد توکي هن گستاخيءَ جو عوض ڇا ملندو؟“

ڪيائون ته ”دوستو! اهڙن وکرن ۽ اوهان جي ايمانداريءَ
جو قدر ضرور ٿيندو، جيتوڻيڪ ايماندار شخص وشولن
کي نظر ۾ ڀلا کٽڪندا آهن، مگر اهي هو اندي ٻـ
سندن ايمانداري هر شخص جي دل ۾ ضرور گهر
ڪري ڇڏيندي آهي ۽ کين ضرور ڪڏهن نه
ڪڏهن چانس ملندي،

مگر جيڪڏهن اتفاقا دنيا ۾ کين چانس نه ملي
ته به آخرت جو انعام ضرور کين ملندو، ان جي
خلاف جيڪي وشولن مان عيش ڪن ٿا ۽ ملڪيتون
ٺاهين ٿا، اهڙن شخصن کي ڪهڙو ڪري نه دنيا ۾
ئي ڪو عذاب اچي وڃي ٿو، پر جي دنيا ۾ کين
مهلت ملي وڃي ته آخرت جو عذاب يقينا هنن لاءِ
تيار هوندو ۽ ڪا به چالاڪي کين اتي کان بچائي
نه سگهندي.



# بلا شاھ جو ڪلام

## ( ١ )

سنڌ جي هڪ نامياري پير جي قواليءَ جي مجلس لڳل هئي ، فقير صاحب مختلف ولين جا ڪلام ڳائي رهيا هوا ، طنبورا ، اڪتارا ، ڍڪڙ ۽ دلا بـــ وڄي رهيا هوا ، ڳائيندي ڳائيندي حضرت بـلا شاھ اوليا جي ڪافي ڳائي ، جنهن جي هڪ مصرع هيءَ به هئي

مسيتي ڀي مين هـون مندري ڀي مين هون
وچ درخت دي نور ڀي مين هون !

انهيءَ مصرع جي اکر اکر تي پير صاحب کي جهٽ وجد اچي ويندو هو ، هو ٻـار ٻـار اٿي چئو ” وري چئو فقيرو ! “ ” وري چئو “ ” اي وحدت جي دريا جا مستانو ! وري چئو ! “

فقيرن ته اها ٻار ٻار پئي چئي ته اوچتو اتان هڪ موحد شخص اچي لنگهيو ، انهيءَ مصرع تي ابتو ذرو رکڻ هن جي دل کي انهانت ناگوار ٿي وڃـو ، سندس دل چاهيو ته هنن گمراهن کي ڪا سمجهاڻي ڏي ڇڏيان ، پر ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان ! “

هو جڏهن جهڙو ٻڌي ٻئي محفل ۾ آيو هڪ پاسي کان اچي ويٺو ، خاموش پوري ڳالهه ٻڌي هٿ ٻڌي عرض ڪيائين ته ” قبلا ، حضرت اوليا صاحب جـي هيءَ مصرع سائينءَ کي ڏاڍي پسند آهي “

پير صاحب جواب ڏنو "ھائو مراد وارا! اھا مصرع تہ ھر صفحي جي جان آھي!"

موحد چيو "تہ پيا قبلا! اسان مريدن کي بہ انھي فيض مان ڪو قطرو ڏيو، اسان کي بہ ڪا سمجھاڻي عطا ڪريو."

پير صاحب کنگھڪار ڪري چيو "ھائو بابا! پڙ و مريدو معتقدو! حضرت اوليا صاحب فرمائي ٿو تہ "درحقيقت حضرت عيسيٰ بہ آءٌ آھيان، تہ حضرت موسيٰ بہ آءٌ آھيان! ۽ حضرت موسيٰ جنھن کوھ طور جبل تي اور ڏٺو ھو سو بہ آءٌ آھيان، يعني مطلب تہ ھر چيز آءٌ آھيان!

(ڪلي) مريدو! درحقيقت ھن ڪائنات ۾ جيڪا بہ شي ڏسجي ٿي سا خود خدا پاڪ آھي جنھن "عالمن" واري اوليا فرمايو آھي تہ:-

ڪہ چشمان دل مبين جز دوست
ھر چہ بيني بدانڪہ مظھر اوست

يعني "اي سالڪ! تون دل جي اکين سان ھڪڙي خدا کان سواءِ ٻئي ڪنھن کي بہ نہ ڏس، جيڪا بہ شي ڏسين سا سمجھہ تہ اھو بہ خدا پاڪ ئي آھي جو انھي روپ ۾ ٿي آيل آھي!"
جنھن عارف ڪامل حضرت شاھہ ڀٽائي رحمتہ اللہ عليہ بہ فرمائي ٿو تہ:-

"نه شرط نه شعور جي، نه همه کي حق چوڻ"
"اها ابتدا عبد جي اها انتها"
"وهم وسواس ۾ نه پئو ن آءٌ پاڻ هئين"
"پهرين ڪس پاڻ سڃاڻي ان سور هو!"

مريد سڀ هن کي سمجهاڻيءَ سان "سبحان الله"
"سبحان الله" چوڻ لڳا.

(٢)

مريد هٿ ٻڌي عرض ڪيو "حضرتا! سائينجن جي هن معنيٰ مهجو روح وجد ۾ آڻي ڇڏيو آهي دل چوي ٿي ته آءٌ به هڪ پيارا ڪافي پڙهي روح کي ٺاريان؟ وحدت جو سبق پڙهان، اجازت ملي!"

مرشد سائين ٺهڪ ڏيئي چيو "پڙهه بابا پڙهه!"

مريد جو ڳلو سٺو هو، هن ڪمال سٺي ۽ مٺي سر سان اها مصرع پڙهي:-

"عمل پئي مان هون موصول ٿي مان هوي،
وچ در حمت دي لوڻ پئي مان هون!"

ته سڀني واهه واهه جا نعرا لڳايا.

ته مريد ٻئي سندس ٻي مصرع هن اکرن ۾ چئي.

"ڪتا پئي مان هون، گدها پئي مان هون،
وچ جهنگل دي سوئر پئي مان هون."

ته سڀ ڇرڪ ڀري چوڻ لڳا "اهو ڇا ٿو چوين؟"

مريد سنجيدگيءَ سان چيو "اهو ٺهڪ ٿو چوان،

اها مصرع به انهي ڪافيءَ جي آهي اوهان ڪيئن ٿي
آکيو، مون کي ٻڌايو!“

پير صاحب ڪڙڪو ڪري چيو ”ڪم بخت!
انسان ذات کي ”ڪتو“ ”گڏهه“ ۽ ”سوئر“ ڪٿي
سڏبو؟“

موحد ڪلي چيو ”توهان پاڻ فرمايو ته هر ڪا
شيءِ خدا جو روپ آهي، پوءِ انسان جيڪڏهن پاڻ
کي عيسيٰ، موسيٰ ۽ طور جو نور، سڏائي سگهي
ٿو ته ڪتو، گڏهه ۽ سوئر سڏائڻ ۾ ڪهڙو عيب
آهي؟“

( ٤ )

پير صاحب کي خدا ڄاڻي ڪهڙو رعب پيو جو هو
چپ ٿي ويو، موحد مائٽن ڏي منهن ڪري چيو،
”اي گمراهيءَ ۾ ڦاٿل انسانو! پنهنجي دل جو سچ ٻڌو،
اسين ته رواجي انسان آهيون، پر خود رسول اڪرم
صلي الله عليه وسلم بابت به الله پاڪ فرمائي ٿو ته ”قل
انما انا بشر مثلڪم (اي رسول! تون چئو ته آءٌ اوهان
جهڙو ماڻهو آهيان) قل سبحان ربي هل ڪنت الا بشرا
رسولا (اي رسول! تون چئو ته منهنجو رب پاڪ آهي
آءٌ ته فقط انسان رسول آهيان) قل ان صلاتي ونسڪي
ومحياي ومماتي لله رب العالمين (اي رسول! تون
چئو ته بيشڪ منهنجي دعا، منهنجي بندگي ۽ منهنجي
زندگي خواه منهنجو موت سڀ الهي الله جي واسطي

آهي جو جهان جو پالڻهار آهي) قل هو ربي لا الٰه
الا هو (چؤ ته اهو الله ئي منهنجو ڌڻي آهي ان کان
سواءِ ٻيو ڪو به بندگيءَ ڪرڻ جو لائق ڪونهي) قل
اني لا املڪ لڪم ضرا و لا رشدا (اي رسول! تون چؤ
ته مون کي اوهان جي تڪليف يا سک رسائڻ جو ڪو
به اختيار ڪونهي) قل لا اقول لڪم عندي خزائن
الله و لا اعلم الغيب (اي رسول! تون چؤ ته مون وٽ
نڪي الله پاڪ جا خزانا آهن نڪي آءٌ غيب ڄاڻان ٿو
ليس ڪمثله شيءٌ (انهي الله پاڪ جهڙي ڪا به ٻي چيز
ناهي) قل هو الله احد الله الصمد لم يلد و لم يولد
و لم يڪن له ڪفوا احد (اي رسول! تون چؤ ته اهو
الله هڪڙو ئي آهي (ٻيو ڪو به الله ناهي) الله سڀني
کان بي پرواهه آهي نڪي هو ڪنهن جو اولاد آهي نه
ڪنهن کي ڪو اولاد آهي ۽ ڪو به شخص انهي جو ثاني
شريڪ بلڪل ناهي)

پيارا ڀائرو! اي مسلمان سڏائيندڙو! اي قرآن پاڪ
تي ويساهه رکندڙو! اوهانجي دل اٿي سمجهي، جڏهن
اوهين اهڙي گستاخيءَ وارا بيت چئو يا ٻڌو ٿا ته طور
جو نور آءٌ ئي آهيان ؟

ياد رکو! الله پاڪ فرمائي ٿو ته: ان الله لا يغفر ان
يشرڪ به و يغفر ما دون ذالڪ لمن يشاء (بيشڪ الله
تعاليٰ اهو گناهه نه بخشيندو جو ڪو ڪنهن کي ان جهڙو

سمجھيو وڃي ۽ اهي ڪان سواءِ ٻيا گداهه، جھڙن کي وڏوس لڌھڪي پڻش ڪندو)

اهي انسان بلڪل گمراهه آهن، فرعون جا مريد آهن جيڪي پاڻکي خدا ٻيا سڏائيندا آهن يا نبين جا اسالا پاڻتي ٿي ويندا آهن.

ٿيو ۽ اصلحت وٺي ته انسان پنهنجي وڏائي ثابت ڪرڻ لاءِ وڏو ٿيڻ لاءِ تيار آهي پر ننڍو ٿيڻ لاءِ تيار بلڪل ڪونهي، اهي مان ثابت آهي ته هن کي الله تعاليٰ جي درجي ۽ عزت گهٽائڻ جو ته، هرگز حق ڪونهي. هڪ بندي جي واسطي اها ڪهڙي نه ٻري گستاخي ٿيندي جو پنهنجي مالڪ جو شان گهٽائي وڃي پاڻ کي مالڪ سڏائي!

انڪري پيارو! تو ڪڏهن هرگز اهڙا ڪم ڪندا پوس نه، اهڙو جي الله پاڪ کي ناراض ڪندڙ هجن!

ان مجمع مان هڪڙي پڇيو "پر اها ته ڪافي حضرت بلا شاهه جي هٿي جو پيارو ولي هو؟"

مرشد جواب ڏنو ته "الله سائين قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي ته ان اولياءه الا المتقون يعني بيشڪ الله جا پيارا فقط اهي آهن جي ڪانئس ڊڄن ٿا ۽ نيڪ آهن، انڪري جيڪڏهن حضرت بلا شاهه برابر ولي

هو ته هن اها ٻڌو ڏي مصرع هرگز نه چئي هوندي
نه ڪو آءُ ابي آهيان آءُ خدا آهيان، پر جيڪڏهن
چئي هوندائين ته پوءِ اهڙو گستاخي ڪندڙ شخص
ولي الله ٿي نٿو سگهي، مگر اسان جو اهو به ا--
پوڄ جو به ضرور ٿيو لهي ته اها مصرع ڪڏهن جي
چيل آهي اسان کي قرآن پاڪ ۾ صاف هدايت آهي
ته اتبعوا ما انزل اليكم من ربكم ولا تتبعوا من
دونه اولياء (اوهين فقط الاهي قرآن پاڪ جي تابعداري
ڪريو جيڪو اوهان جي رب اوهان ڏي موڪليو
آهي ۽ ان جي خلاف ڪڏهن به اولياء جي تابعداري
نه ڪريو) ان ڪري پيارو! فقط الاهي، سچي واٽ
تي هلو جا قرآن پاڪ ڏسي ٿو، اهڙي صحيح
رستو آهي!"



# نقارن جا قيدي

## ( ١ )

"هاءِ منهنجا ٻچڙا، هاءِ منهنجا لال، اڙي ظالمو! خدا جي واسطي هنن بيگناه معصومن کي ڇڏيو، اڙي هنن تي قياس ڪريو!"

هي آواز بالاپور جي هڪ بنگلي مان اچي رهيا هئا، اندر وڃڻ سان معلوم ٿيو ته مرحوم مير فتح محمد جي نوجوان بيگم پرده اندر ٿي زار زار روئي دانهون ڪري رهي آهي، صوبي جي حاڪم عباس قلي خان جا موڪليل سپاهي مجيده بيگم جي گهر جو سامان ضبط ڪرڻ بعد سندس پنجن ۽ ڏهن سالن جي ٻن پٽن شهباز ۽ حيدر علي کي به گرفتار ڪري رهيا هئا، ڪم نصيب بيگم پنهنجي ٻچڙن ڇڏائڻ لاءِ دانهون ڪري رهي هئي پر سنگدل آفيسر ڪڙڪي دار آواز ۾ سپاهين کي "جلدي جلدي" جا حڪم ڏئي رهيو هو، معصوم ٻالڪن اکيون کڻي هنن ڏي ڏسي رهيا هئا!

هنن ٻنهي کي گرفتار ڪري گهر کان ٻاهر ڪڍيو ويو ماءُ ممتا جي ماري ماٿا ۽ وڙهون ڪندي ڏيڍيءَ کان ٻاهر نڪتي ته اجا ٿورن سپاهين ڌڪا ڏنائون، ۽ وڏا نقارا آندا ويا آهن جن ۾ هوا جي اچڻ لاءِ سوراخ به ڪيل

هوا معصومن کي زوريءَ انهن ۾ بند ڪري چمڙو بند ڪيو ويو. هي لفافا انهن سوارن جي هٿن ۾ رکيا ويا ۽ ٻيا به سوار هنن کي ڏوڪو هڻي "امير عباس قلي خان زنده باد" جا نعرا لڳائي هن جي بنگلي ڏي وڃڻ لڳا.

ستمڪاريءَ جي هن انتهائي نظاري عام ماڻهن کي به ڏاڍو وڏو ڌڪو پهتو. ماءُ ته بنه چري ٿي پيئي هو رڙيون ڪندي مٿو پٽيندي هنن جي پٺيان وڃڻ لڳي، هنجو صبر ۽ قرار موڪلائڻ لڳو.

( ٢ )

عين انهيءَ وقت هڪ سفيد ريش نوراني چهري وارو بزرگ، اندر ڏسڻ ۾ آيس هن ڏٺي بيگم کي چيو، ڌيءَ صبر ڪر، سچي مسلمان جو هميشه مصيبت وقت صبر ڪرڻ جو آهي ۽ الله پاڪ صبر وارن سان همراه آهي."

بيگم هن کي ڏسي بي اختيار چيو "اي سڳورا سيد! تون هي ظلم ڪو نه ٿو ڏسين ڇا؟"

شاه جو نالو سيد علي شاه هو، هو هڪ ولي الله بزرگ هو هن اطمينان سان مٿي تي هٿ رکي چيس "ڌيءَ آءٌ سڀ ڏسان پيو، مگر توکي صبر جي تلقين ڪريان ٿو!

"ڪيئن صبر ڪريان بابا! منهنجي معصومن کي ظالم هن طرح قيد ڪري ٿا وڃن، بابا! توهان ته اڄ

ڪٿي ڪٿي هئي نه ته اميرُ ۽ حيدر علي خدا جي فضل سان بادشاهه ٿيندو؟"

"جي ها! آءٌ اڄ به سندس عطا ڪيل علم جي وسيلي انهن ئي چوان ٿو!"

بيگم مٿو ٻڌي چيو "ڀلا، بادشاهه ٿيڻ وارا هئڻ ٽالپرن ۽ بيگناهه قيدي ٿي ويٺا آهن؟"

فقير جواب ڏنو "جي ها!

سرخرو هوندا هي انسان نوڪران ڪسائي کي بعد رنگ لائي هي حدا ٻٽر سي پس جائي کي بعد!

انشاءَ الله تعاليٰ اهي ٽالپرن جا قيدي هن ملڪ جا حاڪم ٿيندا الله پاڪ فرمائي ٿو ته تلڪ الايام نداولها بين الناس اهي ڏينهن اسين ماڻهن وچ ۾ ڦيرائون گهمايون!"

( ۳ )

بيگم هي ٻڌي وري به اوچنگار ڏئي، ٻڏڪي شفقت جو هٿ مٿي تي رکي چيس "ڌيءَ صبر ڪر ۽ واپس گهر وڃ، مونکي معلوم آهي ته عباس علي خان نوڪري حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترو ظلم ڪري رهيو آهي ۽ هن جا مرحوم امير ڏي ڪهي به ٿئا ڪو اسم هوا ٻئي ڏيءَ! لاٻي جي لسف کي به مٿا آهن، هن جو چوڻ ئي سڀ سمجهيو، تنهنجي مال و اسباب ضبط ڪرڻ بعد هن اڄ هن هزارن ۾ تنهنجي بلند اقبال صاحبزادن کي قيد ڪيو آهي، گهر وڃي ڪنهن عزيز کان پڇس

# ٽيپلائي

جا

## عمدا اسلامي تاريخي ڪتاب



دختر اسلام ٠-٨-٠

نور جهان جو پٽ ٠-٤-٠

سچائي موڙي ٠-٣-٠

قسطنطنيه جي شهزادي ١-٠-٠

آفريقه جي شهزادي ٠-١٢-٠

ڪارا ڪافر ٠-١٢-٠

چمن جو چنڊ ٠-٩-٠

غازي مصطفى ڪمال ٤-٠-٠

اسلامي ويهه قصا ٢-٠-٠

سلطان ٽيپو شهيد ٢-٠-٠

غازي امان الله خان ٠-٤-٠

نيل ڪندوار ١-٠-٠

تاريخ بهادران اسلام ٢-٠-٠

بلبل ايران ٠-١٠-٠

روم جي راڻي ٠-١٢-٠

حور بغداد ١-٠-٠

خطبات اسلام ٣-٨-٠

ديماس ٢-٠-٠

جهاد في سبيل الله ٠-٦-٠

اسلامي عبادتون ١-٠-٠

پاڪستان جي اخلاقي اڏاوت ٠-٣-٠

سلامتي جو رستو ٠-٦-٠

ملڻ جو هنڌ:-

**مئنيجر رسالہ عبرت اسلاميہ دارالاشاعت**

**حيدرآباد سنڌ.**

# اٺون ڦيرو

سنه ١٢٤٨ع ۾ فرانس جو بادشاھ لوئيس پنجاھ هزار
لشڪر ۽ ارڙهن سو جهازن سان اسلامي ملڪن يا
عيسائين جي پاڪ ملڪن تي قبضو ڪرڻ لاءِ ويو، اهو،
هنن جنگين کي عيسائي "صليبي جنگيون" سڏيندا
آهن، (هنن جا ذڪر اسان پنهنجي ڪتابن "ترڪ
۽ جرمن" ۽ "اسلام ۽ يورپ" "صلاح الدين"
"فتح فلسطين" ۽ "مصطفيٰ ڪمال" ۾ مفصل طرح
ڪيا آهن)

لوئيس وڃي اچي مصر جي سامونڊي شهر
"دمياط" تي حملو ڪيو مسلمان ڪجهه وقت مقابلو ڪري
قيمتي ۽ ڪارآمد سامان کي باهه ڏيئي شهر خالي
ڪري قاهره هليا ويا ۽ عيسائين قبضو ڪيو اهو زمانو
اڄ ڪالهه وانگر نه هو ۽ واٽرلوس جو زمانو هو جو هزارن
ڪوهن جي خبر منٽن ۾ ملي، دمياط تي اوچتي
قبضي جي خبر حڪومت مصر کي انهن مسلمانن کان ئي
ملي. انهي وچ عيسائين دمياط کان وڃي قاهره ڏي
ڪوچ ڪيو، ۽ درياه نيل لانگهي اچي ڪنڌي پهتي ويا
ته هاڻي حڪومت مصر جون فوجون ٻه ڏينهن دست
هٿيارن ۽ آتشي تيرن اڇلن وارن منجنيقن سميت اچي
پهتيون.

ان وقت بادشاه لوئيس پنهنجي لشڪر سميت
دمياط جي رستي جي حفاظت ڪري رهيو هو. هن
ڪاٺ وغيره مان اوچا برج ٺهرايا هوا جن ۾ وڏا وڏا
بهادر سردار ستجهه ڪجهه لشڪر سان هوا ۽ خود بادشاه
به هڪ برج ۾ هو.

( ٢ )

آڌي رات کي معمولي ته هوا پئي هئي گويا ڪي
وڏن پٿرن جهڙا ٻر گولا هوا هلندي اچن، وقت ڪڪرن
جي گجگوڙ جهڙو آواز ٿي ٿيو ۽ سموري چانوڻي ۾
اهڙي روشني ٿي ٿي جو ڄڻ ته ڏينهن ٿيو هجي!

عيسائين هن مصيبت کي دفع ڪرڻ جو فقط هڪ
ذريعو ٿي سمجهيو، اهو هي ته " حضرت عيسيٰ عليه
السلام کي مدد لاءِ پڪارجي! " ۽ بادشاه سميت سڀ
انهيءَ تي متفق ٿيا.

هوڏانهن گولو ڇٽو ٿي ۽ هوڏانهن " ولي صفت
درويش بادشاه لوئيس ". سردارن سميت سجدي ۾
ڪري روئي پٽي رهيو " رحم يا مسيح! " " جا
مٿي مون پلاسا مسيح اون نار جتن " ۽ مسلمان اتي
ڪنهن ابيءَ کي ٿي پڪاريو اتي ڪنهن وليءَ کي،
هتي فقط " الله اڪبر " کي ٿي پڪاريو ۽ سندس حڪم
" اعدوا لهم ما استطعتم " ( ڪافرن جي مقابلي لاءِ جيترو
ٿي سگهي اوترو گهڻو سامان تيار ڪريو ) تي عمل
ڪري ڪامليت مان پڌل ۽ اهو ڏال گولا ٻي الڏاريئي

وسايا. مسيح جي ٻار ڇارن کي پڪ هئي ته مسيح
ضرور هڪل ۾ حامي ٿيندو ۽ اولاڪن لاءِ سوار ٿي
مدعي ماٺ ڪندو ۽ افسوس! مسيح ٿي ڪنهن سبب
جو اثر نه ٿيو، هن مريدن جي ڪار، ماڙ ڪاڻ ڪئي
۽ سمورا برج جلي خاڪ ٿي ويا، چاليهه هزار عيسائي
مارجي ويا، بادشاهه سلامت پاڻ خود سندس ساٿ ۽
ٻين وڏن سردارن سميت قيد ٿي ويو، آخر گهڻو
وقت قيد رهي ڏهه هزار گنيون ڏيئي جند ڇڏايائين ۽
شرم اهڙو مارايس جو سڄا سارا چار سال وري وطن نه
ويو ۽ عڪه جي شهر ۾ ويٺو رهيو!

(٣)

مگر ٥٠٠ ورهيه پوءِ .........؟

ساڳئي فرانس، جي بادشاهه نيپولين مصر تي حملو
ڪيو هن سان گڏ انهن ۽ ولهن کي پڪار ڏارا پيو ۽
خليفا ڪول هئا مگر اهي زماني جي ضرورتن موافق
اهڙائي زبردست هٿيار هوا جهڙا پنج سؤ ورهيه اڳ
مثالئن حملو ڪندڙ مسلمان وٽ هوا گويا قرآن شريف
جي حڪم ”اعدوالهم ما استطعتم“ تي هنن ٿي عمل
ٿي ڪيو ۽ وري مسلمان .........؟

مسلمان اهي ٿي ڪاله ٿي عمل ڪيو جا پنج سؤ
ورهيه اڳ بادشاهه لوئيس ۽ سندس همراهن ڪئي ٿي،
يعني ......... لڙائيءَ جو سامان گهٽ، باقي لنهن ولهن
کي پڪار جي دب!

(٤)

سلطان مراد ٻڪ جامع ازهري جي علماءِ ڪرام ۽
مشائخ عظام کان صلاح ٻڇي ته هاڻي ڇا ڪجي، عالمن
۽ مشائخن فرمايو ته "حضور! ڪهڙي پرواهه آهي ڪافرن
جي حملن جي، اوهين اڄ ئي جامع ازهر ۾ "صحيح
بخاري شريف جو ختمو" شروع ڪرايو ۽ رسول الله
صلعم کي پڪاريو، پاڻ خدا جا محبوب آهن، اسان
جي هر ڳالهه، هر مصيبت جي خبر کين پوي ٿي،
پاڻ هڪدم ملائڪ رني ايندا ۽ مدد ن حديث صحيح
بخاري شريف جي ختمي جي لاءِ ڪندا!"

جڏهن ته ختمو شروع ٿيو ۽ سڀني عالمن ۽ طالبن
مٺڙي آواز سان حديثون ٿي پڙهيون ته مشائخن سڀني
آواز سان هي نعرا ٿي لڳايا.

اغثني يا سيدا رسول يا نبي خيرالبشر
غرق هر غمگين جو اي اور نافع نامور

پوءِ انهيءَ ..........؟

(٥)

انهيءَ اهو ساڳيو لشڪر، جو پنج سو ورهيه اڳـــ
لڪتو هو، قانون قدرت جي طرفدار آهن جيڪو جو
پوکيندو سو جو لڻندو چاهي ڪٿي پڪو مسلمان هجي،
جيڪو ڪنڊا پوکيندو سو ڪنڊا ئي لڻندو، ڪٿي هو
ڪٽر ڪافر هجي، يعني .......... اڄا بخاري شريف

جي ختمي جو ستاويهون پارو مس پورو ٿيو هو ته
نيپولين مصر تي قبضو ڪري ورتو!

جڏهن مسلمانن هڪ خدا کي پڪاري سندس
حڪم موجب دشمن جي مقابلي لاءِ هٿيارن وغيره
جي مڪمل تياري ڪئي تڏهن اهي فتحياب ٿيا ۽
اڄ هو هٿيارن بدران اغثني ۽ الغياث جي پڪارن ۾
مشغول رهيا ۽ رسول اڪرم صلعم جي حديثن جا عالم
سندس حديثن جو اهو لفظ ”اذا استعنت فاستعن بالله“
(جڏهن مدد گهرين تڏهن هئي خدا پاڪ کان گهر)
کي وساري خدا کي ڇڏي سندس ٻانهي کي سڏڻ
لڳا ۽ الهي پاڪ رسول جي هن ارشاد ته ”خدا تي
توڪل رکو، پر پهرين اٺ مضبوط ٻڌ“ تي عمل ڪري
مقابلو مضبوط ڪرڻ بدران رسول الله صلعم جي آل
ملائڪن جي مدد لاءِ ڀروسو ڪري ويٺا تڏهن ڪافر
فتح جو نعرو هڻي اچي کين ڪنن کان پڪڙي اٿ
ويهه ڪرائڻ لڳا!

(اي اکين وارو! عبرت وٺو!)

(”غبار خاطر“ تان)



# اوليائن جي صار

ڏيپلائي

# اولياڻن جي مار

( ۱ )

هيءُ اهڙي زماني جي ڳالهه آهي جڏهن ڪن صديون نه پر هڪ هزارن ورهين کان پوءِ مڪه شريف جي ڦران جي ڪمن تي اهو پڙهايو ويو ته

لا اله الا الله

( هڪ الله کان سواءِ ٻيو ڪو به سر جهڪائڻ جو لائق نه، مشڪل لاهيندڙ ۽ ڪارساز ڪونهي )

وماكان لهم من دونه من اولياء ينصرونهم من دونه (سورة شورى) ( ۽ انهن لاءِ الله کان سواءِ ٻيا ڪي به اهڙا اولياء نه آهن جي کين الله کان سواءِ مدد ڏين )

قل من رب السموات والارض قل الله، قل افاتخذتم من دونه اولياء لا يملكون لانفسهم وضرا ( رعد )

اي رسول تون پڇ ته ڀلا آسمان ۽ زمين جو ڌڻي ڪير آهي؟ چئو ته فقط الله، چئو ڀلا پوءِ به اوهان هن کي ڇڏي اهڙن اوليائن کي وٺي ٻيو جهلو ٻڌايو آهي جي پنهنجي جان جي فائدي يا نقصان لاءِ به اختيار وارا نه آهن؟

مثل الذين اتخذوا من دون الله اولياء كمثل العنكبوت ( عنكبوت )

جهڪي شخص الله کي ڇڏي ٻين کي اولياء (پير جهلا

تا ٻڌائين ته جو حال اهڙو آهي جهڙو ڪوريئڙي جي
گهر ناهي جو، جو سڀ کان ڪمزور گهر آهي ڪوريئڙي
جو! وما لڪم من دون الله من اولياء ثم لا تنصرون
( هو

۽ اوهان لاءِ الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ اولياء
( ڪارساز ) ناهي، پوءِ اوهان کي ڪٿان هرگز مدد
نہ ملندي

اتبعوا ما انزل اليکم من ربکم ولا تتبعوا من دونه
اولياء ( اعراف )

اوهين فقط الهي قرآن شريف جي تابعداري ڪريو
جو اوهان ڏي اوهان جي ڌڻيءَ جي طرف کان
موڪليو ويو. ۽ ان جي ابتڙ ڪنهن ٻئي اولياء
جي تابعداري هرگز نہ ڪريو

ان الله هو الرزاق ذوالقوة المتين

بيشڪ فقط الله ئي رزق ڏيندڙ هر ڪا طاقت
رکندڙ سگهارو آهي -

( ۲ )

اهو ٻڌلاءِ ٻڌڻ شرط آهي شخص، جن جي وڏي وڏي
۾ اولياڻ جي پوڄا وسعي رهي هئي، جن جو عقيدو
هو تہ رزق، اولاد، ڪپڙو، ڌن، شادي وغيره جا
ڪاما سڀ ڏاڙ ولين کي ورهائي ڏنل آهن، هاڻي
الله الهين ۾ دخل نہ ڏئي ٿو: سگهي ابتري قدر، جو

الله جي هٿين نه، اوليا ماري ٿا سگهن پر اوليا جي هٿين الله هرگز ماري نٿو سگهي ․

سڀ ڳالهه ٿي اٿيا ۽ اهي پيغام آڻيندڙ ابي محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم تي خواه جيڪي سندس ساٿي اهي پيغام کي دل وجان سان تسليم ڪري چڪا هوا تن سڀني تي سخت تڪليفون ڪرڻ لڳا، هن مان جيڪي سچيدار؟ چالاڪ شخص هوا، جي انهن اوليائن جي ٻوجائن جي وسيلي خليفا ۽ وڏيرا ۽ حاڪم ٻڻيا ويٺا هوا، تن کي پنهنجو رعب ۽ مرتبو خطري ۾ ڏسڻ ۾ آيو، هو پنهن گهڻي سمجهه وارن کي چڙي مومنن تي مصيبتون وجهڻ لڳا، پر تعجب اهو هو ته هو غريب سخت تڪليفون سهي، سخت ظلم برداشت ڪري به اهو ئي اهو ئي "احد!" "احد!!" "احد!!!" (هڪ، هڪ، هڪ،) جو لڳاتي رڙيا هڻندا،

پلا شرڪ جي غليظ ڪوڙ مان نڪري جيڪو شخص توحيد جي ڪلمي روشنائي ۾ ايندو سو وري ڪڏهن ڪوڙ ۾ ويهڻ ڪڏهن ٿو قبولي!

(٢)

انهن مولا جي متوالن انسانن مان هڪ غريب ٻانهي "زنيره" (رضي الله عنها) به هئي جا اوليائن جي ٻوجارڻ جي جي اڳران "عمر ابن هشام" عرف (هدن جي دوست) "ابوجهل" جي ملڪ ڳنڍل ٻانهي هئي، ابوجهل کي جڏهن خبر پئي ته جن ملڪ ڳنڍل ٻانهن

کي هو ڏيو ڏين کان ، بدران سمجهندا آهن تہ مان هڪڙي ٻالهي سہ اوليائن کان ڦري وڃي هڪ خدا تي ويساه آڻدو آهي، سو اها ئي گهر آهو ؟ ابي زنوه کي سڏي چيائين " اهو سچ آهي چا تہ ( حضرت محمد ( صلعم ) جي ڳالهہ تي ويساه آڻدو ؟ "

ٻالهي جواب ڏنو، جي هاں، اهو بالڪل سچ آهي تہ اڄ محمان تي تہ " لااله الاالله ! " ابوجهل چڙي چيو " ڪمبخت ! توکي ڪهڙيءَ لالچ اوليائن کان ڦيرايو ؟ "

ابي زنوه جوش ۾ اچي چيو " آقا ! توکي خبر آهي تہ حضرت محمد صلعم ڪو بادشاه يا دولتمند ناهي، هو تہ هڪ مسڪين شخص آهي. هن لالچ وري ڪهڙي ڏني هوندي ؟

هن اسان کي ٻڌايو تہ هڪ الله ئي سموري خلق کي خلقيو آهي، سموري ڪائنات جو انتظام هوئي ڪري ٿو، ڪوبہ سندس مرضي خلاف چون سہ ڪري نہ سگهي، ڪوبہ ڪنهن کي سندس مرضي خلاف ڏک يا سک نہ ڏئي سگهي، اڪري فقط انهي جي بندگي ڪريو، انهي کان مدد گهرو، ڏک سک ان کان ئي سمجهو، ٻئر ٻيراون فقط انهي جي ئي ڀالي تي ڪريو،

اسان انهو پيغام ٻڌو، سمجهو، دل سان هڏبايو ؟ قبول ڪيو، انهي ۾ لالچ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي ! "

ابو جهل طيش ۾ اچي چيو ” اچ! اسين اسان ڪاڏي سمجهڻ، هندائين ۽ قبول ڪرڻ وارا آهيون؟ اهڙا نه لوڪ آهن ناهي سمجهايان!”

انهن جي هڪ چماٽ زور سان ڪنهن ڏيڪاري ڪيائين، هن الله پاڪ جي نيڪ بندي اها برداشت ڪري زبان مان فقط اهو لفظ ڪڍيو ته

انا لله وانا اليه راجعون

اسين الله جا آهيون ۽ اسين انهي ڏي ئي موٽنداسون!

ابو جهل کي چڙ وٺي وئي ۽ وڏي ڪڙڪ ڏئي هڻڻ لڳو، هر ڏڪ سان پڇندو ٿي ” ڪٿي؟ آهن اهي اولياء طاقت وارا؟ آهن اهي حضرت لات، منات ۽ ٻئي عزيٰ اختيار وارا؟”

بيبي صاحبه هر دفعي اهو ئي جواب ڏئي ٿي ته

احد! احد! احد!

هڪ! هڪ! هڪ!

شام تائين ايترو اهي مارياڻس، اهڙا ته اهي واجبي ڏڪ هڻائين، جو هوءَ بلڪل بيهوش ٿي ڪري پيئي ۽ هي اهو بدبخت ڪافر نامراد فخر سان اتان خلاصي ڪري پنهنجي هلندو ويو

(٤)

رات جو گهر آئي سعدس زال ان پڇيائين ” زنيره جو ڪهڙو حال آهي؟”

ڳالهايو؟ هنن ويچارن ڏوهن جي وضاحت ڪيائين ڪي
ته اها خبر به ناهي ته اوهين ڪاڏي اٿيو اسان مسڪينن
تي صدين نالن جي اوٽ ۾ ڪهڙا ظلم پيا ڪريو!”

ابو جهل ٺهڪ ڏيئي چيو ”هنن کي خبر ناهي ته
تنهنجي الله کي به خبر آهي يا؟ مون هنن جي ڪاڏي
اٿڻ تنهنجو اور ڪيو آهي ته سڏ ڪر تنهنجي الله کي
ته تنهنجو اور لوڪي موٽائي ڏئي، تنهنجو الله ته وڏيءَ
قدرت وارو آهي نه! هو هر چيز تي قادر آهي نه!
ڪريس سڏ ڀلا!!“

ٻنهي زالوءَ کي ابو جهل جي انهن لفظن جوش
ڏياري ڇڏيو، هوءَ بي اختيار هٿ کڻي چوڻ لڳي

”يا الله! اي اولياءَ ۽ لوڪ جا خالق! آئون
تنهنجي رضا تي بلڪل راضي آهيان، مون کي انهيءَ
تي ڪو به رنج ڪونهي ته تنهنجي راهه ۾ منهنجو اڙو
ڇو هليو ويو، مون ته پنهنجي سموري جان انهن جي
اڪيلي وقف ڪئي آهي.

پر منهن جا مولا! محمد انهن جون قدرتون
ڏسي ڪهڙي ٿو، آئون هن کي پنهنجي قدرت
جو ڪرشمو ڏيکار ۽ منهنجو ٻار لوڪ مون کي موٽائي
ڏي ته آئون انهي سان محمد جو هارايل ۽ وسائل
ڇڏي ڏسي سگهان!” انهن چئي هوءَ روئي ڪرڻ
ڏي هلي ويئي.

( ٥ )

صبح جو ابو جهل اپائڪ جي لند مان اٿو ٿي ڪٿون ته هن مولا ٻاڪ جي ايڪ ٻنديءَ روشن اکين سان مرڪندي سندس سامهون اچي چيو " آقا! السلام عليڪم!"

هو حق ڪان ٿڙيل، متيون مجهول السان، بجاء الهي جي جو مولا ٻاڪ جي عطا جو ڪرشمو ڏسي ڪجهه هوش ۾ اچي، الٽو هٿي جي فرعون مزاج زميندارن وانگر ڏنڊو ڪڍي اٿيو ۽ ڪمس ٻي انداز مار ڏيندو گهليندو ٻاهر وٺو.

خلق هن ستم ڪي صورت سان ڏسي رهي هئي جو ابو جهل ڏڪ ٿي هڻو ته ٻچيءَ "لااله الا الله" جو نعرو ٿي لڳايو، الي حضرت ابابڪر صديق اچي لنگهيو، جنهن ڪوس چيو " هان چو تو غريب کي ماريو؟"

ابو جهل طيش مان ڏڪ هڻي چيو " ! چڏائينس ڪٿي؟ تنهنجي دين ٻائي، ڪي پئسا ڏيئي ڪٿي آزاد ڪرائينس!"

حضرت ابابڪر صديق بي اختيار چيو " نبل آهي جهڪي پئسا چوين سي موڪليان ٿو! هاڻي ٻانهو منهنجي آهي، اڄ کان آزاد! تون الله جي راهه ۾ آزاد آهين!"



# فهرست ڪتاب ڏيپلائي

فتح فلسطين ٠-١٠-٠

نازنين يورپ ٠-١۴-٠

جنگ ترڪ و جرمن ٠-١٠-٠

سومنات جي
سندري ٠-١٢-٠

سبڪتگين ؟
ڄيپال ١-۴-٠

غازي محمد بن
قاسم ٢-٠-٠

غازي محمود
غزنوي ٠-١٢-٠

غازي محمد
غوري ١-٠-٠

فتح اسپين ٠-١٢-٠

شير ايران ١-٠-٠

شيرشاهه ۽ همايون
٠-٨-٠

غازي اورنگزيب
١-٨-٠

وهابين جو بابو ١-٠-٠

هوشربا شهزادي ١-٠-٠

گلشن عبرت ٠-١٢-٠

شيواجي شيش
محل ٢-٠-٠

ڪفر ااس ١-٠-٠

ڪالڳرهي
ڪوڙڪو ٢-٨-٠

هندوستان جي
سچي تاريخ ١-٠-٠

اردو استاد ٠-٥-٠

سنڌي استاد ٠-۴-٠

قرآني انقلاب ٠-١١-٠

ارشاد الخلفاء ٠-٨-٠

انتخاب بخاري ١-۴-٠

ارشاد القرآن ٠-١٠-٠

قرآني قانون ٠-٦-٠

قرآني خزانه ١-٨-٠

فتوحات اسلام ١-۴-٠

فتح ايران ٠-٦-٠

ايراني شهزادي ٠-٦-٠

ريف جو مجاهد ٠-٣-٠

ملڻ جو هنڌ: مئنيجر عبرت حيدرآباد سنڌ

# بهادر مسلمان

(١)

هي مارچ سنه ١٩٤٧ع جو بلڪل سچو واقعو آهي
٧-٨ تاريخ شام جو هڪ بس (پنڌ ڪندڙ لاري) امرتسر
کان لاهور وڃي رهي هئي وچ ۾ گرڪ "رعب" وٽ
اهڙي نه مٿس هڪ مسلمان پن برقعه پوش عورتن سان
اچي چڙهيو، بس پاڙي جي هئي اڪري مسلمان
بلڪل بيفڪري سان انهن تي سوار ٿيو جنهن هميشه
چڙهندا هوا، انهي وقت پنجاب ۾ هندو مسلم فسادات
شروع ٿي چڪا هوا اڪري مسلمان ڪجهه ذرا هوش
ڪري ۽ هي ڏسي ڪري نه هو ته بس ۾ ڪير چڙهيل
آهن، هو انهن ڪري ها ته ڏسي ها ته بس جو ڊرائيور
۽ ڪليئنر ٻئي سک آهن ۽ بس ۾ صرف اٺ هٿيار
بند سک ويٺل آهن ۽ بس، ۽ اهي ڏسي بند هو ته
ضرور پرده نشين عورتن کي اهڙن ماڻهن سان پيو ال
لاري ۾ نه چڙهي ها مگر جيڪو شخص بلڪل لاابالي
ٿي نه اکين ڪم ونندو ۽ نه دماغ کان، ته اهو قانون
قدرت موجب ضرور ٺوڪر کائيندو.

(٢)

لاري رعب کان ٻه ٽي ميل اڳتي هلي ته پڪو
رستو ڇڏي هيٺ جهنگ ڏي هلڻ لڳي، هي ڏسي

ڇا ٿي رهيو آهي! ڇاڪاڻ ته ڏاند سوڪ ٻڌي وٺي
اٿس يا اهي ۾ خطا آهي!

هن جا اهڙا الڳ هجڻ ڏکيا، جڏهن ٻڌي عورتن کي ٻه سڪه گهاڻ لڳا هو هلڻ کان انڪار ۽ ٻاڻ ڇڏائڻ لڳيون، هوڪواڻ ۽ ڪاريون ڏيڻ لڳا، عورتن ۾ هڪ سعدس پائتي هئي ۽ اي زال، هن جي رڙ، هن جي مغز کي ٻه چڙ ڪايو.

( ۴ )

عقل جي ته اهڙا اهـا هئي جو مسلمان اها حالت ڏسي ٻه زهر جو پڪ ٻري ٿڌا ساهه ڪڍندو اکين مان لڙڪ نماڻيندو ۽ روئي موٽي ها، پر جڏهن علامه اقبال وچ فرمايو آهي ته:

اچها هي دل ڪي ساٿ رهي پاسبان عقل
ليڪن ڪڀي ڪڀي اسي تنها ڀي ڇوڙ دي!

يعني چڱو آهي ته دل تي عقل کي چوڪيدار رکجي، پر ڪڏهن ڪڏهن ڪيس اڪيلو به ڇڏي ڏيڻ گهرجي! ڇاڪاڻ ته ڪي هنڌ اهڙا به آهن جتي عقل کان روح وڌيڪ ڪارائتو ثابت آهي.

ٿڌن مسلمان ڏٺو ته وڻجارن عورتن جا هٿ ڇڪڻ ۾ برقعا ليرون ليرون ڪري ويا هئا ۽ وهڙن سڪه جي ٿ الهي مان مزو وٺي رهيا هوا، هو غريب اي وسيع مان سهڪي ۽ ڦٽڪي زهون هيڻ هو ٿوڪ ڏيڻي رهيا هرا ته هن جي ٻه غيرت ۽ حميت بيدار

ٿي ويٺي، سندس دل سندس عقل کي چوٽ لڳي ته
هنئين ٻري ٿي ته جيڪي جا واسطا قبر ۾ ٿيڻا آهن سا ٻاهر
هرگز نه ٿيندي، موت جو وقت مقرر آهي ان کان
ذرو لکو اڳ ٿيندو نکي پوءِ، پوءِ الهي حمائيءَ جي
ڪوڙي آسري تي لسون ڪرڻ وارا خاموش ٿي
پنهنجي ليکي هر طرح لٽجڻ جو تماشو ڏسندا
رهندا؟ مال صدقو سر جو، سر صدقو لڄ جو، ڇا
لڄ جي لٽجڻ جو تماشو ڏسي ته اون سر کي ڪلهن
تي قائم رکڻ ۾ عقلمندي ٿو سمجهن؟

نه ري ٿي اي ٻزدلي ڏيندڙ عقل! هڪ سچي
مسلمان کي انهن معاملن ۾ تنهنجي ڪا ضرورت ئي
ڪانهي، انهن معاملن ۾ ته هڪڙي امداد ٿيل روح گهرجي
جو پنهنجي مولا پاڪ جي ڀروسي تي ڏهن لکن دشمن
تي به پنڌ ڪا وجهي ڪڙڪي

بلڪل ممڪن آهي ته مولا پاڪ جي مدد
هن جو استقبال ڪري؛ ڪيس انهن ٿيڻ فتح ته حاصل
ٿي پوي

عجب ڪيا هي ڪه بيڙا غرق هو ڪر ڦر ابر آئي
ڪه همني انقلاب چرخ گردان يون ڀي ديکي هين!

پر جيڪڏهن فتح حاصل نه ٿيندي ته به شهادت
نه ٿيندي ڇا؟ ان وري ڪا فتح کان گهٽ آهي ڇا؟
مرڻو اڳ پوءِ آهي، موت پنهنجي وقت تي ضرور
ايندو آهي، فقط ٻزدل انهن تي ڦٿڪي ڦٿڪي مر

ڪڍيائون ۽ هڻيائون، ڪجهه زخم هڻڻ کاڌا لـــ، ڪجهه
سکڻ کي به ڏنائون.

آخري ۾ مسلمان به سندس مقابل آڻي "الله اڪبر" جو زور دار نعرو لڳائي جو وار ڪيو ته اُن کي ڪري پيو ۽ هن وري وڌي سندس پاڻيءَ جي مقابل کي ڏنڪ هڻو ته وڙ ڪري وٺي پگڙ، هنجي پيچ ليءِ ڏال جو مقابل ٿي اٿي پڳو،

ٻه وائنور ۽ ڪاميڊور ٻي اختيار لاوي وٺـــي پڳا؟ باقي ٻچيل پنجين سک قنڌل يا اڌ قتل حالت ۾ جهنگل جي طرف اُٿي پڳا جو ڪڏهن ڪــي ڪڏهن جي ڪل ڪال پنجي ته ڪير ڪيڏانهن ويو!

( ٨ )

ٽنهي مردودن جا لاشا اُتي پيل ڇڏي، هي ٽنهي رستي ڏي موٽيا، ڪپڙا قـاتل ۽ رت سان لٿڙيل، هٿن ۾ تلوارون، سڌا آيا، "رعيت" ڳوٺ جـي ڳالهي ۾، صوبيدار مسلمان هـو، هن جـي حالت ڏسي ڏو وائـڙو ٿي ويـو، ٻـر احوال پڇڻ بعد بـي اختيار ٽڪي مسلمان کي ياتڪر پالالين عورتن کي گهر ڏي موڪليائين جتي اُهن سندن خـاطر مداراس ڪري غسل ڪرائي پنهنجا ڪپڙا پارايا.

۽ مرد کي صوبيدار غسل ڪرائي پنهنجو وڳو ڏنئي ۽ رواني پنهنجي طرفــان انعام طور ڪيسن ۾ وجهي آفرين چئي!

# ٽٽي جا ڏاڙهون

۽

# گورنر جو حڪم

ڏيپلائي

# ٺٽي جا ڏاڙهون

هيءَ سنه ١٠٣٥ هه جي ڳالهه آهي، شاهه جهانگير جي سنڌس شهزادي خرم عرف شاهجهان سان ڪجهه اڻبڻت ٿي پئي، جنهن ٺيڪ هئن ۾ ٺٽاهه ٿي ويو هو لڏ هئن ته شاهجهان جي دل حاضري ڏيڻ ٺٽي چاهيو، هو ناسڪ ۾ اچي رهيو هو ٺـر الي جي هوا پاڻي لاءِ پيس، بيمار گذارڻ لڳو، ٺالي جا سردار ته ٺوري خاطر داوي نه ڪرڻ لڳا، انڪري ڪجهه وقت سنڌ ۾ هوا بدلائڻ جو ارادو ڪيائين.

اجمير، لاهور، جيسلمير ۽ عمر ڪوٽ مان لنگهندو اچي ٺٽي ويجهو پهتو، ٺٽي ۾ مغلن جو نواب شريف الملڪ هو، هن شاهجهان جي آمد ٻڌي سو اڳ ئي اڳ ۾ ٻه ٽي هزار لشڪر ڪٺي مٿس چاڙهائين.

شهزادو حيران ٿي ويو، هن لشڪر ڏي ماڻهو موڪليو ته اسين ته نواب جا مهمان ٿي آيا آهيون، اسان سان جنگ ڇاجي؟ پر نواب اهي ڳالهه ڪي ليکي جو لاءِ؛ شاهجهان جنگ کان گهٻرائي الٽو پر مجبورا ڪرڻي پيس. نتيجو اهو ٿيو جو شاهجهان جي ٥ - ٦ سو ماڻهن کان نواب جا ٻه ٽي هزار ماڻهو شڪست کائي پر ٺٽي ويا.

نواب هار کائڻ لڳو ورڻ وڏيڪ لشڪر موڪلڻ

جو خيال هئس ته لشڪر کي ڪاهي رعب ويهاري جو
هو چون ته قلعه اندر وڃي لڙائي ڪندا سون ته ٻاهر اچي ڪري ته.

( ٢ )

اڃا ڳالهيون ڪري رهيا هوا ته ڪيس شاه جهان جو خط
پهتو ته ” خبر ناهي ڪهڙي غلط فهميءَ سبب توهان جي
لشڪر اسان سان ٿي سبب جنگ ڪئي. اسين ته اوهان
جا مهمان هوا سون، خير هاڻي شڪر ٿيو جو في الحال
جنگ ختم ٿي، اسين هتي آرسهل آهيون، منهنجي
طبيعت به خراب آهي ۽ بيگم صاحبه به بيمار آهي ان
ڪري في الحال ڪنهن ڳالهين ڪري ٻـ، نٿا سگهون،
بيگم صاحبه جو ڏاڙهن تي خيال آهي، مهرباني ڪري
اسان کي توهان جي ٽڪي جا ڪي سٺا ڏاڙهون موڪليندا
ته شڪرگذار ٿينداسون. “

نواب صاحب خط پڙهي قاصد کي زباني جواب ڏنو
ته ” شهزادي کي چئو ته قاصد جي پهچڻ سان ڪا اميد
ته اوهان کي ٽڪي جا ڏاڙهون پهچندا جي اهڙا سٺا ۽ وڏا
هوندا جو بيگم صاحبه لاءِ هڪ ئي ڪافي ٿيندو! “

( ٣ )

قاصد اچي اهو نياپو شهزادي کي ڏنائين مس بس
ڪيو ته شاهي تنبو مٿي نواب جو چوڙيال ته گولو اچي
ڪريو، زبردست ٽڪاءُ ٿيو ۽ تنبو جو وڏو ٽڪرو
جاني وارو بيگم کي هن اوچتي حادثي جو اهڙو اثر ٿيو

جو هن جو حمل ڪري پيو ۽ ٻار ٻه پيدل ٿي ڇڙيون هڻڻ لڳي.

شاهه جهان ونس آيو، هيءَ حالت ڏسي هن کي قدرتي طرح نه وڻيو ۽ افسوس ٿيڻ گهرجو هو پر هن سواءِ انالله چوڻ جي ٻيو ڪو به افسوس نه ڪيو. ممتاز اکين ۾ لڙڪن ٻڌوان وٽس آئي آيو. ممتاز دل مان آهه اکري ٻڌوان وٽس اهڙو نه جوش ڪانهن لڳو جو سارو بدن لال ٿي ويو. هيءَ حقيقت آهي ته لاحق ظلم ٿيڻ تي زالن يا زنالي طبيعت وارن جو رت ڦري پاڻي ٿي پوندو آهي جو يا نه ٻکهر ۾ پيشاب وسيلي نڪرندو آهي يا لڙڪن جي وسيلي، پر مردن يا مردانه طبيعت وارين زالن تي هن جو اهڙو اثر ٿيندو آهي جو بدن جو سمورو پاڻي به ڦري رت ٿي پوندو آهي ۽ اهو تيستائين جوش پيدو نه ڪندو آهي جيستائين ڪنهن جو رت نه واهجي.

( ۴ )

شاهه جهان هي ڏهر جو پيڪ نعمل سان پري ويو ۽ نواب کي لکيائين ته ”توهان مهمجي ٻسائي جو نوڪر آهيو ۽ اسان جو اهڪ ڪالي وهيو آهيو، اسان ۽ ٻاٻي صاحب جا ٻار ۾ معمولي جهڳڙا هوا، مگر لٺ هڻڻ پاڻي جدا نه ٿيندو آهي اڄ نه سڀان اسين ٿيڻ ويندا سون، تون نمڪ خوريءَ سبب اسان جي مهماني اسر ڪرڻ

هئا ته به رسول اڪرم صلعم جي ارشاد ”اڪرموا عزيز
قوم ذل“ ( ڪنهن قوم جو عزت وارو ماڻهو اوهان
وٽ اچي ته ڪهڙي به حالت ۾ اچي ته ڪيس عزت ڏيندا ڪريو)
موجب مولڪي پرديسي مهمان سمجهي عزت ڏين
ها، ته به گهٽ ۾ گهٽ مولڪي ڪا تڪليف نه
ڏين ها.

پر تو مون سان اهو سلوڪ ڪيو آهي جو مولا پاڪ
گهريو آهي ته اهي نئين جا ڏاڙهون جيترو مولڪي
ڏکيا لڳا آهن ان کان ڏهوڻا توکي ڏکيا لڳندا ۽ في
الحال ته اسان جو صبر آهي، جيستائين ڪنهن وقت
مولا پاڪ جو قهر جوش ۾ اچي!

(٥)

مصيبتن جا ڪڪر جنهن رفتار سان ايندا آهن
گهٽ ڪري اهي سان ئي گهٽبا آهن اڃا ٿورائي ڏينهن
گذريا ته اهو پرديس ۾ حاملي بيگم سان ڌڪا کائيندڙ
۽ سور چوندڙ هندستان جي تخت لاءِ جلوه افروز ٿيو
سمورن ملڪن مان تحفا ۽ وفاداريءَ جا پيغام آيا مگر
شريف الملڪ اڃا پنهنجي غرور ۾ هو ۽ تيستائين غرور
۾ ئي رهيو جيستائين حڪم شاهه جهان جي اهل جو
پيالو ڇلڪي هن حالت ۾ ترار تنهن جو هن جي جرار
فوج قلعه کي پٽ ڪري اچي نواب صاحب کي قيد
ڪيو، نئين جا عمدا ڏاڙهون گهرائي سندس وات ۾
الهن قسما ڏيا جو هندورن گهٽ لڳو مگر شاهه جهان

جو سردار انهن ڌاڙيلن کي اڳ ۾ سندس واس ۾
ايستائين ڏئي ڏيندو رهيو جيستائين هن جون
اکيون ڏٺي وٺيون ۽ ڦٿڪڻ لڳو ٿي ويو، سندس
سڀئي انهن ڏاڙهن سميت هاڻ جهان وٽ لڪڻ ٿي
پهتي !

(٦)

دنيا ۾ هو انسان ٿي مهلون ايندڙون آهن، مرد
اهڙن مهلن کي همت ڪري مصيبت جي مارين تي
احسان ڪندا آهن ۽ ڪانڍ و انهن کي اڳ ۾ وڌيڪ
ستائيندا آهن.

دوستو! هي واقعو عبرت وٺڻ جي لائق آهي ؟
دنيا جي تاريخ بلڪ اسان جي زندگي ۾ اهڙن واقعن
سان ڀري پئي آهي مهلون گذريون ويندڙون آهن پر
ڳالهيون ياد رهجي وينديون آهن!



# گورنر جو حڪم

هيءَ سنه ١٦٨٧ع جي ڳالهه آهي. انهيءَ زماني ۾ ٺٽي جو قاضي حسن هڪ اسلامي دل ۽ جگر رکندڙ انسان هو، اسلامي اصولن خاطر جان ڏيڻ کي هو عين مراد سمجهندو هو.

سنڌ ان وقت مغلن جي هٿ هيٺ هئي ۽ هو پنهنجي طرفان گورنر مقرر ڪري موڪليندا هئا، ڏکو ڪيل سال ۾ مغلن جي طرفان سنڌ جو گورنر نواب مريد خان مقرر ٿي آيو، هي اصل راجپوت راڄڪمار هو جو پوءِ مسلمان ٿيل هو، هن پاڻ سان ڪافي راجپوت لشڪر به آندو هو.

ٺٽي جي نواب ٿورڙي وقت کيس معلوم ٿيو ته قلعي ڏي جيڪو شاهي دستو رهي ٿو انهيءَ لئي وڏي گوشت جا دڪان آهن، وڏو گوشت نه فقط راجپوتن کي ناگوار لڳڻ جو گمان هو پر خود سندس دل به اڃا مڪمل مسلمان نه ٿي هئي انڪري جڏهن ٿو ڄاڻي ڪن مسلمانن ۾ به انهيءَ جي نه کائڻ جو رواج آهي تڏهن هو پاڻ به اهو نه کائيندو هو انهيءَ سبب ڪري هن شهر جي قاضيءَ (سٽي مئجسٽريٽ) کي حڪم ڏياري موڪليو ته سواءِ اسان لشڪر سموري شاهي دستي ڪان

لنگهندا سون توهان سڀني وڏي گوشت وارن کي
حڪم ڏيو ته پنهنجا دوڪان بلڪل بند ڪن.

(٢)

هي حڪم پڙهي قاضي ساهه ٿي ويو، گورنر کي
چيائين ته اڃا به دار ڪفر جو قانون بيٺل هو ته باقي
ڪٿي پئي رستي ڪان اچي ها پر هن طرح مسلمانن جي
حقن سان هٿ چراند ڪرڻ جو ڪهڙو حق هو؟ ڇا
هن لئي جو مسلمانن کي اسلامي غيرت کان ايترو خالي
سمجهيو آهي جو هو سندس هر ڪنهن ناجائز حڪم
کي به بنا چون چرا جي تسليم ڪندا؟ ڇا هو پنهنجي
گورنري جي زور تي اسلامي حڪمن کي واڌوڪو
سمجهي ڪيڏ بندو وهندو؟

هن "گربه ڪشتن روز اول" (پهرين ڏينهن
ٻلي مارڻ) کي وڌيڪ ضروري سمجهي سڀني وڏي
گوشت جي ڪاسائين کي گهرائي حڪم ڏنو ته سڀاڻي
اڳئين کان ڏٻل ڪم هلائجو. گورنر صاحب کي اِ-
اندازو لڳي ته لئي ڇا مسلمان ڪيترو ايماني جوش
وڪن ٿا!

(٣)

گورنر صاحب وڏي شان و شوڪت ڪروفر سان
رستو لتاڙيندو جڏهن ٿي وڏي گوشت جي دڪان
وٽان لنگهيو تڏهن سندس ساهه ٿي ويو، هن کي پڪ
هئي ته هو بند هوندا پر بند هجڻ بدران هنن ٿي ڏٻل

ڪم هو، جنهن ۾ اها خبر شهر جي مسلمانن کي به پڌل
ٿي اڳري هئڻ سبب اجوڪي خريداري انهن ئي
دڪانن تان ڪرڻ مناسب سمجهي.

نواب صاحب ڪاوڙ ۾ ڀريو ته قاضي صاحب کي
طلبيءَ جو حڪم پهتو، هو به تيار هو، نواب جي اڳيان
پهچي هن کيس السلام عليڪم چيو نواب مٿس ڪڙڪي
کيس چيو ” توهان کي معلوم هوندو ته اسلامي بادشاه
جي گورنر هجڻ جي حيثيت ۾ آءٌ توهان لاءِ ” اولي
الامر “ ( حاڪم ) آهيان ؟ “

قاضيءَ جواب ڏنو ” جي ها ! اسان کي معلوم
آهي “

نواب – ۽ توهان کي قرآن شريف جي اها آيت به
معلوم هوندي ته ” اطيعوا الله واطيعوا الرسول
واولي الامر منڪم “ ( حڪم مڃيو الله جو ۽ حڪم
مڃيو رسول ۽ انهن جي حاڪم جو )

قاضي – جي ها معلوم اٿم.

نواب – توهان کي اسان جو اهو حڪم پهتل هو ته
” سڀاڻي وڏي گوشت جا دوڪان بند رهن ؟ “

قاضي – جي ها ، پهتل هو !

نواب – پوءِ توهان انهي حڪم جي تعميل ڇو نه
ڪرائي ؟

قاضي – انهي ڪري جو جنهن آيت کي توهان

پنهنجو هٿيار ڦٽي ڇڏيو آهي مولوي انهيءَ جو وڏيڪ
حصو ته ياد آهي .

نواب - ( چرچي ) وڏيڪ حصو ڪهڙو ؟

قاضي - وڏيڪ حصو هي آ . فان تنازعتم في
شيء فردوه الى الله والرسول ( مگر جيڪڏهن اوهين
۽ حاڪم ڪنهن ڳالهه ۾ نه ٺهو ته پوءِ انهيءَ بابت خدا
۽ رسول جي حڪم ڏي رجوع ڪريو ( جئن انهن جو
حڪم هجي تئن ڪريو انهن هرگز نه ڪريو جو حاڪم
اوهان کي خدا ۽ رسول جي حڪم جي خلاف ڪهڻو،
جوري نه انهي تي نه عمل ڪريو )

( ۴ )

جئن اڄ ڪالهه جيئون مسلم ليگي اخبارن ۾ خواه
ڪانگريسي اخبارون ۽ ليڊر پنهنجي هر دلي خواهش
کي ساده دل ديندار مسلمانن کان قبول ڪرڻ لاءِ
قرآن شريف کي ٿي واندي ڪو ٻڌائيندا آهن هو شرابين،
رانڊيباز، جواري، بي نمازي، ز ڪوات نه ڏيندڙ، حج
نه ڪندڙ، واڄ هور ۽ هندو غلام ليڊرن جي هر قول
وفعل جي سند لاءِ قرآن شريف کي آڻي مروڙيندا رهن
سروڙيندو رهندا آهن تئن نواب صاحب به
سندس گهوڙ چڙهندڙ دل کي خوش ڪرڻ لاءِ وجي
قرآن شريف کي واندي ڪري ٻڌايو پر اگهان نه هڪ حق
پرست قاضي هو، هن سندس جاڙ کي تار تار ڪري ڇڏيو

هاڻي هو غصي، مان پڙ جي چوڻ لڳو "ڪجهه به هجي، پر توهان کي منهنجي حڪم جي تعميل ضرور ڪرڻ گهرجي"

هي ٻڌي قاضي صاحب لال اکيون ۽ لال ڇهرو ڪري چيو" اڇا، توهين لاءِ جي غير مسلمان مان اها اميد رکو ٿا؟ ڇا توهين سمجهو ٿا ته هو توهان جي گورو جي رعب کان ٻ ڪي خدا ۽ رسول جي حڪم کي پٺ ڏيندا؟ ته بيشڪ آزمايو ۽ دل کولي آزمايو ۽ آزمائي ڏسو ته هو سڀئي خدا ۽ رسول جي حڪمن جي عزت خاطر پنهنجو جان، مال ۽ اولاد قربان ڪري سگهن ٿا يا نه!

(٥)

ڳالهه کي وڌندو ڏسي هڪ راجپوت سردار وچان ٽپڻ مناسب سمجهي هن ڏٺو ته حڪومت جي لشڪر ۽ ايمان جي اشي جي ٻاڻ ۾ جبري جنگ لڳي رهي آهي، مُڙڻ واري ڪانهي، تڏهن ڪالهه آڻي اڪري جنگ کي حڪمت عمليءَ سان ٽارڻ گهرجي سو قاضيءَ ڏي منهن ڪري چيائين" پر قاضي صاحب! مسلمان لاءِ اهو ڪو ضروري ضرور آهي ڇا ته هو ڳئون ضرور ڪهن؟"

قاضي - جي نه.

(١٢)

سردار - پوءِ توهين ڇو گئو ڪُشيءَ لئي اهڙو زور ڏئي رهيا آهيو؟

قاضي - هندڪري، جو جنهن چيز جي اسان کي مذهب اجازت ڏئي ٿو، اها ڪرڻ اسان جو مذهبي حق آهي ۽ ڪنهن کي به اهو حق ناهي ته اسان کان پنهنجو مذهبي حق زوري کسڻ جي جرات ڪري!

سردار - مگر اسين هندو اوهان جا پاڙيسري آهيون، اسان جي دل کي اوهان کي رعايت نه گهرجي.

قاضي - توهان جي دل ڇاجي ڪري رنج ٿئي ٿي؟

سردار - گئو کير ڏيندڙ جانور آهي ان کي مارڻ مناسب نه آهي.

قاضي - (ٽهڪ ڏيئي) ڇا توهين سمجهو ٿا ته ماڻهو کير ڏيندڙ جانورن کي نٿي ڪهن ڇا؟ توهان جي سمجهه موجب ماڻهو اهڙا بيوقوف آهن جي کير جي پيالي جو نريءَ کي لت هڻي اهڙا جانور وڃي ڪهندا آهن؟

سردار - (ڏڪجي) اهين ته نه هوندو پر اسان لاءِ اهو سچو آهي نه!

قاضي - اسل ته کير ڏيندڙ ٻڪرين جو به سا سچو آهي پوءِ الله هين ڇو ٻڪرا ڪاٽڻ تي ڪڏهن به اعتراض نه ڪندا آهيو؟

سردار - ٻڪرا ڪي نه ڪي کير ڏيندا آهن.

قاضي - (مرڪي) ٺيڪ آهي، هاڻي کير کان لهي وڃي هر ڪي ٻڪري، ڇوڪرو هر ته اٺن ۽ گڏهن سان ا

ڪهڙو آهي، پوءِ تو هنن اهين ڪيو آ، اها عزت ڏيو ٿا؟

سردار- (ڪجهه شرمندو ٿي) قاضي صاحب! اصل ڳالهه اها آهي ته ڳئون اسان جو ديوتا آهي، اسين هن کي پوڄيون ٿا، اهي ڪم ۽ هر جا ته فقط بهانا آهن، پر اڪو ڳئو ڪوس ساڻ ڪهڙ جي ڪهي ٿئي ٿي اڪو پڳن جي، تنهڪري اوهان کي اسان جي ديوتا جي عزت رکڻ کپي!

قاضي- هيئنئر اوهين پوري پر تي آيا آهيو ۽ صاف صاف چئو الو جواب! اسلام هڪ خدا پاڪ کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به پوڄڻ کان قطعي منع ڪري ٿو، اسان جي نظر ۾، هڪ انسان جي ذات الهي کان وڌيڪ ٻي ڪا به ڪانهي ته هو انسانيت ڇڏي وڃي جانورن جي پوڄا ڪري، الهي ڪري اسان لاءِ اهو فرض آهي ته جنهن ملڪ ۾ ڪنهن جانور کي پوڄيو وڃي مسلمان پنهنجي قوم کي اهي جانور جي عزت ڪرڻ کان بلڪل بچائين، حضرت موسيٰ ع جي قوم ۾ ڪي فرد ڳئون کي پوڄيندا هوا جن کي حضرت موسيٰ ع لوڏائي ڇڏيو پر پوءِ به، سندس مسلمانن مان ڪن جي دلين ۾ ڪجهه ادب جو شبهه هو انڪري کين حڪم ٿيو ته ان الله يامرڪم ان تذبحوا بقرة (بيشڪ الله تعاليٰ اوهان کي حڪم ٿو ڪري ته ڳئون ڪهو)

ڪي اوهان جي دلدهي منظور هئي ته پڻي وسٽي کان اچي ها، نه اسان کي نه اهڙو انڌو حڪم نه ڏني ها!

باقي اوهين پاڻ پنهنجن هندو پاڙن کان پڇو جي اسان سان پٺ پٺ ۾ لائو گڏيا وڃنا آهن ته، ڇا اسان ڪڏهن به انهي باري ۾ سندن دل دکائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي؟ هنن کي اسان کان ڪا به شڪايت آهي؟

( ٧ )

راجپوت سردار ته هي معقول جواب ٻڌي چپ ڪري ويو پر گورلو صاحب چڙ مان چيو " چنگو! چنگو! ڏسي رهندؤ! "

قاضي صاحب چوٽ ۾ جواب ڏنو " ڀلي ڏسو، اسين به ڏسندا سون ۽ اوهين به ڏسي رهندو "

ائين هو سلام عليڪم چئي اٿي هليو!

شاهه اورنگزيب وٽ پنهنجي جون اڪيرون پهتيون ۽ ٻه سال لڳو لڳ هنن اهن جون شڪايتون هلنديون رهيون، اتي به اهو ئي جو گورلو صاحب موقوف ٿيو ۽ سندس جاءِ تي ٻيو گورلو آيو پر ڪڏهن به ڪنهن سنڌ چنڊ نه آئي ۽ رهي تغلق آباد ۾ رهيو، هو قلعي جي مرمت ڪرائڻ لڳو، اڃا اڌ ۾ آئي ته حڪم پهتس ته بسترو گول!

# ڏيپلائي

جا

## عمدا اسلامي تاريخي ڪتاب

مجاهد ڪشمير ۳-۰-۰

سيرت الفاطمہ ۰-۱۲-۰

هندستان ڪان

پاڪستان ۱-۰-۰

اسلام جي مقدمو ۱-۰-۰

مسلمان عورت ۱-۰-۰

سنگدل شهزادي ۰-۱۲-۰

گلستان حسن ۱-۴-۰

غازي صلاح الدين ۰-۱۲-۰

مجاهد مصر ۱-۴-۰

ملڻ جو هنڌ :-

مئنيجر رسالہ عبرت اسلاميہ دارالاشاعت

حيدرآباد سنڌ.

# ووٽن جي پٻڙي

## ( هڪ بلڪل سچي ڳالهه )

ٻڪيرن واري قلندر جو هڪ مريد خاص ايڪ نمبر صادق العمر هن اليڪشن ۾ اميد وار بيٺو.

گاديءَ واري هڪ ٻئي کي، جو هو ايتري قدر معتقد هو جو مرشد جي مريد ٻيا ساهڙيءَ جا ٻـه پر چند هو ته مرشدن سان گڏ اکاڙن پيو ن ڪلندو هو.

اليڪشن جي شروع ۾ ٻڌو ڪـ، وقت حاضر ٿيو ته هن ٻئي ڏنهس ته قلندر ضرور ٿڌهن جي فتح ڪندو، فقط لشڪر جي خرچ لاءِ سوا ٻه سون جو هنڊي ۽ پنج پياله ڪعبي کان ٻوه ڏجان ۾ ٻوه لڏهن جا اڙين ۾ ٻارهن آهن!

( ٣ )

وڏيري کي هئي قلندر جي مدد ۽ مخالف ڌر وارو ٻـه محمد ٻٽو ۾ وهابي هو ان کي هئي خدا جي مدد، وهابي کي ڪمزائي لاءِ پير پير جي ذات اچي لڪ ۾ گڏ لي، وڏيري خوب پئسا هاري سيهي پيرن جي گادي نشين کي ابدالن سان مالا مال ڪري اچي موحد جي مخالفت ۾ ٻهاريائين، پيرن

وڏيرو ھي ٻڌي ٻاھر ئي ويو ۽ مسڪينءَ کي چيائين
”او مسڪين! جيڪر موچڙا ھڻائي ڪڍرائانس ھا پر وڃو
ايتري لاءِ ٿو ڇڏيانس ته اکين سان ڏسي ذليل ٿئين ته
قلندر ڪيئن ٿو واھر ڪري!“

( ۴ )

ماڻھن جي ڪٽب ٻاري ھئين ٻه، ڪان اڳ، ھتي ايستائين
وڏيري جو ماڻھو نه سچي راس قلندر کان دعا گھري
واپس آيو ۽ چيائين ”سائين فتح جي مبارڪ ھجوِ،
سچي راس قلندر جي قبول ٿي دعا گھرڻ بعد اسر جو
مھل اک لڳي وئي ته ڏسان ته قلندر ڪندريءَ
سمت اچي بيٺو آھي ۽ چوي ٿو ته ”اڄ وڃي
وڏيري کي مبارڪ ڏي، دشمن دفع، مدعي معاف،
ٻاھيون صاف!“

وڏيرو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ وقت قلندر جي ٻڌڻ
ورائڻ جي منائي ورھائي ويو ٻيتيون ڪٽائڻ،

( ۵ )

ٻاروي ٽي ٻجي وڏيري جي موحد عرف وڏاڻيءَ
مسڪينءَ ٿوڪ ڏئي زور سان نعرا لڳايا:
قلندر مست! دم بهار الحق
دم دمڪمر!“
چاڪاڻ ته الڏوان آوازن جو شور مچي ويو ته
”وڏيري جي ٻازت ۽ ضبط ٿي!“

حاجي - اڙي بابا! اڄ ته روزانو حضرت جي حضور ۾ ويندو آهيان مون کان پڇا ڪي ولي سڳورا ان سوال آهن ڇا؟ تون ٻڌي ته وڃ، پوءِ شيخ ڏاڍو ڏاڍائيءَ آواز ڏنو ته "مسلمانو! ۽ ملائڪو اڄ هتي خدا جو پيارو مجذوب اوليا تشريف فرما ٿيو آهي، ان جي جنازي نماز پڙهو!"

مجذوب جو نالو ٻڌي مولوين ڇرڪ نڪري ويو ۽ سمجهيم ته اوليا سڳورو مجذوب وڃي پنهنجي محبوب کي مليو.

نماز پڙهي پوءِ اچي مون واري مسجد اڳيان لاٿائون اس اتي سندس مقبرو ٺاهي مولويءَ پارت ڪيائون ته هي خدائي گل مجذوب درويش جي پارت اٿئي، جنهن خدمت ڪندين ته ٿيئن وڳين ۽ سمجهيان ٻڌو ته منهن لاءِ وسيلو واهر ۽ رهبر اٿئي!

(۴)

پس پوءِ ته اوليا سڳورا هليا ويا ۽ اڄ توکي اطلاع ڏيڻ لاءِ آيس هاڻي تنهنجي مرضي!

اهڙو غريب حيران ٿي چوڻ لڳو "سائين بيشڪ رب جا وڏا وڙ آهن ويچارو مجذوب هو ۽ سندائين رب سان ويٺل، ڏنو ته دنيا جي ڪابه خبر هئس؟ پس! هاڻي جتي اوليائن جو حڪم ٿيو اتي ئي رکبو!

صبح ٿيو مجذوب رليءَ جو مقبرو ٺهڻ لڳي ويو

(٦)

ڪجهه وقت اها موج هلي ته ڪمبخت وهابين مان
ڪن سڏو ڏنو، بس جهڙا انهن ٻڌو ته ڏانهن وعظن جي
ڌم لڳائي ڏنائون ته اڙي مسلمانو! لااله الا الله
يعني هڪ الله کانسواءِ ٻيو ڪو ڪارساز ڪونهي جو
امره بلند ڪندڙو! اي هر لاءِ ۽ اياڪ نعبد و اياڪ
نستعين (يعني خدا يا! اسين تنهنجي ئي عبادت ڪي
ڪريون ٿا ۽ تو کان ئي مدد گهرون ٿا) جو انڪار ڪندڙو!
هن طرح هڪ ديوانو موچي ء جي قبر تي سر ته جهڪايو،
اسلام ۽ مسلمانن کي ذليل ٿا ڪريو، پنهنجي
مولانا کان سڀ ڪجهه گهرو ۽ سڀ ڪجهه سمجهو،
انهي جو اعلان آهي ته ادعوني استجب لڪم مولڪان
ني گهرو ته آءٌ اوهان جو سوال اوٻيان!

انهي پڪارن حاجي صاحب جو دوڪان اجهو سرد
ڪري ودو آهي وڏيڪ ڏسجي ته ڇا ٿو ٿئي!

ڪي ته ڇٽي سون درهم جون سرون هٿ ڪريو
جڏهن قبر جوڙيون ٿي وڃن تڏهن اوهان جي جاءِ
جي اڳ دري ڪڍجو ۽ آن پٺ ساڻ لڳ زمين هيٺ
تائين هڪ قبر ٺهرايو اهڙي طرح جو جڏهن ڀريائين
ڀريائين اهو پوءِ جو اڳ رکڻ ته بنياد ڪونهي
شرط اهو قبر نه ظاهر ٿي پوي ۽ اها شهيد واري سو
نه، مگر هاڻ ڪا ريڙ جي ته ان ۾ اهڙي هٽي
ڇڏجي جڏهن جو ڇٽيو لڳهڻي گهر ۾ منجهي ۽ وقت
مقرر تي سندس ڇوڙي ۾ ڪجهه اعليٰ درجي جو عطر
گلاب وجهي زور ڏجي ته قبر شريف مان نه عطر گلاب
جي مهڪار اڪري وڃي، جيڪو سمجهيو ته !"

شاه صاحب خوشي مان ٻڌائي پيو "بس بس
جناب! عاقلان را اشاره ڪافي است، اوهان جو اهڙو
الهام ڪافي آهي، هاڻي ڏسجو اسان بزرگن جون
ڪاروايون!"

(٥)

بس، هاڻي اسين ۽ شاه صاحب مڪاليون ڪري
جي خوف کان ٻاهر هراسون، شاه صاحب پنهنجي
ڪار گذاري مفتي کي ٻڌائي ڪري ڇڏي ۽ جڏهن
اسان جوڙو ڇڏ الحدود مان ڪي ٻاهر ويو تڏهن
واقعي سندس مخالفت ۽ ناپسند تي آخر ان ڏيکاري پيٺي
۽ مجي ڇڏيو سون ته " جهڙو ڪام لڳهڻو دام"
جهڙو اصلي ٻهڻوتي پوري مريدي آهي ان کي ڪوڙو

اشارو ڏيڻ سان ئي هو طريقت، حقيقت، معرفت، جبروت
۽ لاهوت جون سڀ منزلون طي ڪري وڃن ٿا!

هاڻي شاهه جي پروان مڪان جون پٿرون اهڃاڻ
ٿي رهيون، شاهه صاحب پنهنجو سامان پڻي مڪان
۾ ٽرانسفر ڪري رهيو هو؛ اسين به ظاهر ۾ پنهنجي
پيرڻن جي ڀاڳ ڀري کي الوداع ڪري ۽ ڪنڌ هيٺ
ڪنڌ هيٺ روئڻ ۾ ٻڏو وڃي رهيا هئاسون.

اسان جو غمگين چهرو ڏسي ميونسپالٽي وارا اوهان
ڪري رهيا هوا ۽ اسين دل ۾ سندن ٻودوڙي ٿيان
ڪلي رهيا هئاسون!

( ٦ )

آخرڪار اهو ڏينهن به آيو جڏهن شاهه صاحب
جي مڪان تي ڪوڏر هلائي هئي. اسين به ڀاڳ ڀري جي
خانه ويراني ڏسڻ لاءِ موقع تي اچي پهتا سون، شاهه
صاحب آيل ڪرڻ هيو، ماڻهو چئي رهيا هوا ته
"ريهارو ضرور ڏکن کان ڀڄو ٻيو هوندو!" ۽ اسين
دل ۾ مرڪي رهيا هئاسون ته "لب ته، اهڙو
هولدس جهڙو ڏيڻ ۾ ڏڪ ٻيوي مرڻي ڪندڙ
مالڪ کي سندس موڙس جي مرڻ بعد " ڏکن جي لوڙهن"
پڙهي هئي!"

ٽڙاڪ ...... ٽڙاڪ ...... ٺڪ!

ٻلدار جو هٿ رڪجي ويو ۽ اسان ته پاڻو ته
ڪمبخت جو ڪدم پيس جي ڀاڳ ۾ ڏڪ هڻيا آهن

عهدن لاءِ ڪا هٿي اليڪشن جي ضرورت، نه ڪا گورنر صاحب جي منظوري جي حاجت بس،

نه رتبو ملندو ملا جنهن کي مل ڪيا

بيت

جو پڙهه ڪر هاٿ پر لي جام و سبو آسي ڪاهي!

موسيقي نه رڳو وستو قيواتي الماڻ ڪيو جنهن ڪري شهيد جو مقبرو رستي مٿي ٿي ويو ۽ پڇوچي خرچ سان مٿس هڪ قبو ٺهرائي ڇڏي هاڻي حضرت دلبر شاه قدس الله سره العزيز جي درگاه ملڪان مشهور ٿي وئي شاه صاحب جي حالت ۾ اسان هيٺئن اهڙو قمرو اچي ويو جو جنهن چوندا آهن ته :-

خدا جب حسن ديتا هي، نزاڪت آهي جاتي هي

تنهن هٿي وري :-

خدا جب پير ڪرتا هي ڪرامت آهي جاتي هي!

وانگر شاه صاحب جي ڏاڙهي سڙدار ڪنها سدڪهه ڪان به ڏکوي ٿي وئي سندس ڪاڪل يا زلف ڪلهن جي پڇهي پاسن ڪان ٻهار لاٿي اهڙي وئي تسبيح وڏي ۽ مڻين جا ٽڪاڻا چپالي وڏي گهڙ لال ڪيان ۽ زور ٿي ويا وظيفن ۽ ڪرامتن جي ڪا ڌم لڳي وئي ۽ سماع (قوالي يا ڳائڻ) ۾ شاه صاحب کي وجد ۾ اهڙو ايندو هو جو انا الحق پڪاري واري منصور جي ۾ ساڃس جاءِ نه هٿي!

(٥١)

اهي ٻئي بزرگ، روزانه آڌيءَ کان پوءِ خلوت
خاني ۾ ويهي لاهوت لامڪان جا سير ڪندا هوا، جن
۾ حڪمتون هنگلاجي، رمزون واڪلي بيان ڪري
فيض جا حصا ورهائيندا هوا يعني ڪنهن سان
ڳالهه نه ڪجو، ٻاڻ ۾ ويهي ٻوڪ مريدن جي
ٻهو ڏونهين جا داستان بيان ڪري کلندا هوا،
آئينده جا پروگرام ٺاهيندا هوا ۽ الله وارا ورهائيندا
هوا، پر وڏيرو شاهه صاحب اهڙو شريف هو جو
ٻين بزرگن وانگر خليفن کي لوڪ لکندڙ وانگر
"روبرو اي آنو" يا سدا سهاڳڻن جي ڪڪر خالي وانگر
"روبرو اي ابو جيءَ جو ۽ چار آنا استاد جا" واري
وراهپ نه ڪندو هو پر سڌو انصاف لئي واصف لڪم
يعني انهيءَ صاحب جي، اڙ خليفي جو ڪيندو هو
۽ سچي دل سان اعتراف ڪندو هو ته "فيض لاءِ
سائين دلبر شاهه جو آهي ۽ الهام اوهان جو ئي آهي!"



# گورنر جو پٽ

(١)

هيءُ انهيءَ زماني جي ڳالهه آهي جڏهن اسلام جو بهادر فرزند عمرو ابن العاص مصر جهڙي زبردست حڪومت کي فتح ڪرڻ بعد ان جو گورنر مقرر ٿيل هو، هن جو دٻدٻو رعب ساري مصر تي ڇانيل هو بلڪ آسپاس جا ٻيا ملڪ به هن جي بيدار مغزيءَ سبب ڪن پيا هڻندا هئا۔

هڪ دفعو سندس صاحبزادو مصر جي بازار مان لنگهي رهيو هو ته هڪ غير مسلم قبطي سان سندس تڪرار ٿي پيو. هن گورنر زاديءَ جي غرور وچان هن کي ڪجهه چابڪ هڻي ڪڍيا جنهن ڪري قبطي به ڏوهي هو پر ايترو نه جو هن کي هن طرح بيڌڙڪ چابڪ لڳائجن.

ڳالهه ته معمولي هئي، مصر جا رهاڪو گورنرن ۽ بادشاهن هٿان هن کان گهڻيون سخت وڌيڪ تڪليفون سهڻ جا عادي هئا، پر هن قبطي ٻڌو هو ته اسلام جو خليفه فاروق اعظم ڪو اهڙو عادل ۽ خدا جي زمين تي سچو پچو خدائي انصاف قائم ڪندڙ آهي، هو ايتري قدر خدا جو پيارو آهي جو ماڻهو ته ڇا پر درياهه به سندس حڪم مڃين ٿا (هن حالت ۾ مصر جي فتح

جا حالات جي اسان دلچسپ ناول لعل ڪنوار ۾ پڙهو
قيمت ۱۲ آنا)

سو ڪٿڙندي جنهن هٿ ۾ مقتولن مارينڊو سنڌ واڇي
مدينه شريف مان نڪتو-

( ۲ )

فاروق اعظم؛ اهو فاروق جنهن جي سطوت و
جبروت روم، شام ۽ ايران جي پر عظمت درٻارن جا
وٽ وڃائي ڇڏيا هئا تنهن جي شهنشاهي درٻار ڏسي
قبطيءَ جو جنهن عقل چرخ ٿي ويو ۽ ڪو تنهن اها نه ڪئي ٽيس
نه هيءَ بيشڪ خدا جي نيڪ بندي جي درٻار آهي-
جنهن مولڪي ٻڪ انصاف ملندو. درٻار هئي ساري؛
مسجد نبويءَ ۾ ڪهي جي ڪڏن ٿي، هڪ طرف
سادن ۽ چنين لڳل ڪپڙن سان اهو باعظمت خليفو
ويٺل هو نه ٻئي طرف ٻيا نيڪ مسلمان، قبطيءَ ڪي
ڏسي جنهن ٻيا اٿي ساڻس مليا تنهن خليفه ڏانهن وڌيو-
محبت سان مهمان جي مرحبا ڪئي، خوش خبر عافيت
بعد کانئس حال پڇيو نه هن رڙ ڪري چيو "فرياد
جي داد لاءِ ڏيهه ڏوري ملڪ لتاڙي منزلون ساري
آيو آهيان"

"فرياد جو داد؟ بيشڪ پورو داد ڏيندو، بيڌڙڪ
پڌاءِ قبطي ڀاءُ!"

"مگر حضور ڄاڻو ٿا نه اهو فرياد ڪنهن تي آهي؟"

”ڪنهن تي ڪا ڪا ڪهڙي، ڪٿي مون جهڙو ئي جو نه هجي،
مگر خدائي انصاف ۾ سڀ لاءِ هڪ جهڙا آهن، هتي
حضور ۽ عاليجاه جهڙن مغرورن جي اصطلاحن اچارڻ
جو ضرور ئي ڪونهي، تون بيدپائيءَ سان بهه ڏڪ
ٻڌائي ڏي!“

فريادي جي دل وڌي ۽ هن صاف صاف احوال
بيان ڪري ڏنو، سائنيڪي خليفي جو چهرو لال ٿي
ويو هن هڪدم تيز رو سوار مصر روانو ڪيو ته گورنر
کي سندس پٽ سميت هڪدم حاضر ڪيو وڃي ۽
فريادي کي عزت سان خلافت جو مهمان ڪري
رهايو ويو.

( ٣ )

گورنر ۽ سندس پٽ اچي حاضر ٿيا، دربار فاروقيءَ
۾ اچڻ ۽ قبطيءَ جي روبرو ٿيڻ بعد گورنر زاده جو
منهن نه لٿل هو پر گورنر صاحب جو به، فاروقي
نگاهن اڳيان هن سمجهه ٻالهائڻ نه چاهيو اهو مٽي ڪٽڻ
جي ٻه جواب، ڪمال هئي فريادي جي فرياد ٻڌڻ سان
ڪرڻ بعد جڏهن فاروقي لوڪ جوابدار جي جواب ٻڌڻ
ڏي ٿي تڏهن جوابدار جي اقرار ۾ مذمت ۾ ڪونه لڳو -
خليفه رسول الله هي ٻڌي سندس گورنر ڏي
ڪرڙين نگاهن سان ڏسي رعبدار آواز ۾ چيو:-

انوکان انسانن کي ڪنهن ڪان غلام بڻائڻ شروع ڪيو آهي؟ جڏهن غريبن کي سندن مائن آزاد ڄڻيو هو؟"

عمر ڪنڌ جهڪائي جواب ڏنو

"حضور! مولڪي هن واقعه جي ڪا خبر ڪانهي فريادي مون وٽ فرياد آڻي ها ته هو يقيناً اهڙي ئي داد پائي ها جهڙو اوهين ڪري ڏيندا"

دره فاروقي مصريءَ جي هٿ ۾ ملبو ته گورنر زاده جي پوري ڪچهري ۾ سندس عزيزن اڳيان ايترا چابڪ لڳائي ڏي جيترا هن مغروري مان غريب قبطيءَ کي لڳايا هوا۔ (احسن المحاظره)

ڇا پاڪستاني وزيرن کان مسلم ليگي ممبر صاحب به اهڙي داد جي جهلڪ ڏيکاريندا.

---

# ڪلمي پاڪ جي معنيٰ

هن ڪتاب ۾ ڪلمه پاڪ جي معنيٰ اهڙيءَ ته لنشين طرز تي مفصل بيان ٿيل آهي ٣٢ صفحا قيمت فقط هڪ آنو. هڪ سو ڪاپي پنج روپيه ٽپال خرچ معاف.

پتو:- ڪتب خانه جماعت اسلامي الهداد چنڊ حيدرآباد سنڌ.

بادشاهه وري ويهه هزار روپيا پنڊت کي ڏيئي چيو "هي اسانجي ڌيءَ جي شاديءَ جي خرچ لاءِ آهن، تون هن پنهنجي ۽ هن جي پسنديءَ موافق گهوٽ چونڊي ذات ڌرم سان هنجي شادي ڪجو!"

پنڊت بار بار بادشاهه کي دعائون ڪرڻ لڳو!...

(٥)

هي آهي سلطان جو ڪارنامو آهي جنهن بابت ڪيا ڪون اسانجي هندو ڀائرن جي دل ۾ اهي ڳالهيون اڙ وهاريا آهن :-

ڪه عالمگير هندو ڪش ٿا ظالم ٿا ستمگر ٿا!



# فهرست ڪتاب ڏيپلائي

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| فتح فلسطين | ٠-١٠-٠ |
| ازنين يورپ | ٠-١٤-٠ |
| جنگ ترڪ و جرمن | ٠-١٠-٠ |
| سومنات جي سندري | ٠-١٢-٠ |
| سبڪتگين ۽ جئپال | ١-٤-٠ |
| غازي محمد بن قاسم | ٢-٠-٠ |
| غازي محمود غزنوي | ٠-١٢-٠ |
| غازي محمد غوري | ١-٠-٠ |
| فتح اسپين | ٠-١٢-٠ |
| شير ايران | ١-٠-٠ |
| شهزاد ۽ همايون | ٠-٨-٠ |
| غازي اورنگزيب | ١-٨-٠ |
| وهابين جو بانو | ١-٠-٠ |
| هوشربا شهزادي | ١-٠-٠ |
| گلشن عبرت | ٠-١٢-٠ |
| شيواجي شيش محل | ٢-٠-٠ |
| ڪفر اس | ١-٠-٠ |
| ڪانگريسي ڪوڙڪو | ٢-٨-٠ |
| هندوستان جي سچي تاريخ | ١-٠-٠ |
| اردو استاد | ٠-٥-٠ |
| سنڌي استاد | ٠-٤-٠ |
| قرآني انقلاب | ٠-١١-٠ |
| ارشاد الخلفاء | ٠-٨-٠ |
| انتخاب بخاري | ١-٤-٠ |
| ارشاد القرآن | ٠-١٠-٠ |
| قرآني دعائون | ٠-٦-٠ |
| قرآني شزاله | ١-٨-٠ |
| فتوحات اسلام | ١-٤-٠ |
| فتح ايران | ٠-٦-٠ |
| ايراني شهزادي | ٠-٦-٠ |
| يوسف جو مجاهد | ٠-٣-٠ |

ملڻ جو هنڌ:- مئنيجر عبرت حيدرآباد سنڌ.

# ريف جو مجاهد

## باب پهريون

### حاڪم ۽ غلام

صبح جو وقت آهي. ملڪ ريف جي شهر مليلا ۾ چڱي اچ وڃ لڳل آهي ۽ سڀڪو ماڻهو پنهنجي ڪم ڪار ڏي وڃي رهيو آهي.

ان وقت شهر جو جج محمد ابن عبدالڪريم صاحب ڌڪ پٿروال سان ڪورٽ ڏي تشريف فرما ٿي رهيو آهي ۽ رستي مان لنگهندي اوچتو سندس توجه هڪ اهم واقعي ڏي ڇڪجي ويو ۽ هو مجبور ٿيو ته اوڏي طرف وڃي.

هڪ اسپيني سارجنٽ هڪ غريب ريفيءَ کي چابڪ سان بريءَ طرح ماري رهيو هو، هو غريب داهون ڪري رهيو هو پر ڪنهن کا ڇڏائڻ واري نظر ڪانه هئي.

محمد ابن عبدالڪريم ۽ جنهن کي رواج موجب ابن عبدالڪريم سڏيو ويندو هو ۽ اختصار ڪري اهو لقب ڦري عبدالڪريم ٿي ويو هو، ان ڪري اسين ۽ سهوليت خاطر هن کي عبدالڪريم ئي سڏينداسون ۽ تنهن سارجنٽ وٽ پهچي چيو ”بابو! تون هن کي ڇو ٿو مارين؟“

پهريدار ٻه آرامي هوا تن جي واس ۾ ڪمري ۾ تواسي ڪين
پئو ويو ان بعد سڀ ڪمان اول ساڳي طرح ڪماندار ۽ هن
کي قيد ڪيو ويو ۽ سندس ٻئي گارڊ اسٽاف کي ۽ ؟
پوءِ تمام ٽولي سان هڪڙا ٻاقي سپاهين جا هٿيار
ڪٽيندا ويا ۽ ٻيا کين قيد ڪندا ويا ، جڳو حصو ان طرح
قيد ڪري بعد ٻاقي سپاهين مان ڪن کي سڃاڻي ٿي
هنن جي شور مچائڻ اچي ٻيا ۽ سڃاڻ ليا ۽ عبدالڪريم
قيد ٿيل ڪماندر کي سپاهين کري چيو سپاهيو!
توهانجو ڪماندر قيد آهي ميگزين تي اسانجو قبضو
آهي خبردار! ڪو به شور نه ڪري نه ته گوليءَ سان
اڏايو ويندو هيءَ اوچتي آفت ڏسي ادب مان ٻاقي
سپاهين جا حوصلا خطا ٿي ويا ۽ هنن سواءِ چون چرا
جي ٻانڪي ٻڌي ڇڏي ۽ ان طرح صبح ٿيڻ تائين هزار تي
سپاهي ٻڌجي ويا.

صبح جو جڏهن انهيءَ لشڪر کي پتو پيو ته
عبدالڪريم جا ماڻهو فقط ڏهه هوا ته ڏهن کين
پنهنجي ٻڌڻ تي افسوس غصو آيو ته، اسان جيڪو هنن
ڏهن وٽ بلڪل ٻاسون ، هاڻي دنيا اسان کي چيا
چوندي.

عبدالڪريم ڪئمپ جو سمورو سامان ٣٦ اٺن تي
سوچ هٿ ڪيو ۽ قيدين سميت کڻي وڃي پنهنجي
آستاني تي وسايائون.

# باب ٽيون

## مجاهدن جي فتح

هي احوال ٻڌي واريءَ وڏي ڪئمپ ۾ پهتا ته هو غصي کان اڳ ۾ لڳي ويا ۽ عبدالڪريم ڏي چوائي موڪليائون ته اسان جا قيدي آزاد ڪري ڇڏ، نه ته اوهان لاءِ چڱو نه ٿيندو.

عبدالڪريم جواب موڪليو ته گهٽ ۾ گهٽ چاليهه هزار گنيون سندن ملهه آهي، اهو موڪليو ته آزاد ڪجن نه ته انهن ڏنڪن کان مجاهد ڪورا ڏيندا.

اسپيني ڪماندر لاچار ٿي چاليهه هزار گنيون موڪلي هنن کي آزاد ڪرايو ۽ ريفين کان بدلي وٺڻ جو خيال ڪيو پر هاڻي ته هنن وٽ به توبون، هٿيار ۽ بارود موجود هوا انڪري هنن تي حملو ڪرڻ ۾ ڇرڪيو ٿي هو ڪاڻ لڙائي جي ضرورت هئي.

چنانچه مهينو کن هنن خوب لڙائي ڪئي ۽ ڪافي بارود گڏ ڪيائون هاڻي ڪين حملا ڪرڻ ۾ ڪي به چار ڏينهن هوا.

هو ڏاڍو امير عبدالڪريم به غافل ڪين هو، هن عام پڌري جو اعلان ڪري ڇڏيو هو، ساري ملڪ سندس هن اعلان تي لبيڪ چئي ۽ اسپينين جي غلامي کان جند ڇڏائڻ جو عزم ڪيو هو، علمائن کين غازيءَ جو خطاب ڏنو ۽ مردن کين دعائون ڪرڻ شروع

ڪيون، غازي بارود خانو، هڪ عاليشان توپخانو ۽
رکيو هو جنهن جون هر طرف جون ديوارون، فرش ۽
ڇت سڀ سيمنٽ سان اهڙيءَ طرح مضبوط ڪيل
هيون، اندر بجلي جو ڪارخانو، هڪ سو توپون،
هٿيار بند موٽرون جو سامان ڪافي هو- مجاهد ٻه پنج
هزار کن ٻڌي ويا هوا.

اڃان اسپين جي حملو ڪرڻ ۾ ٻئي ڏينهن دير
هئي ته غازي اڳواٽ حملي لاءِ تيار ٿي ويو حملي جي
رات غازي مجاهدن کي مخاطب ٿي اهڙو ڪيئي ته :

” اي محبوب وطن جا پيارا فرزند! جيڪا قوم
سياسي آزادي وڃائي ڇڏي ٿي سا اهڙن قوتن کان ۽
محروم رهجي وڃي ٿي جي فطرت هر ڪنهن انسان
کي بخشيون آهن، بهادري ۽ اولوالعزمي، هي زندگي
جو روح آهن سي آهسته آهسته ضايع ٿي وڃن ٿيون،
هو محض ڪمزور ٻڪرين جي هڪ ٽولي بڻجي
رهجي وڃي جا سواءِ چرڻ چرا ڪرڻ جي ڌراڙ جي
لڏ سان هڪلي وڃي ٿي، خيال جي بلندي ۽ غيرت
جو احساس هن مان نڪري وڃي ٿو، ملڪ جي
رهاڪن تي هڪ خزان ڇانئجي وڃي ٿي، ۽ ملڪ جي
قدرتي پيداوار ۽ دولت ٻين جي ڪم اچي ٿي!

آءٌ خوش آهيان ته اوهان وطن جي لالن ۾ هڪ
الهمن تازي آهي، گويا اوهان کي آزاديءَ جي نعمتن
جو پورو پورو احساس آهي!

ڀائرو! اچو ته اسين ڪڏ جي ملڪ کي آزاد ڪرايون
۽ انهن شوقن ۽ قوتن کي وري زنده ڪريون جي
آزادي جي معنيٰ انسان ۾ اچن ٿيون ۽ ملڪ جي دولت
کي ملڪ وارن کان سواءِ ٻين کي هٿ لائڻ نه ڏيون.

ڀائرو! اچو ته اسين موري ٻين کي جيئرو ڪريون
ٻانهن ته ساڙهو ۽ جيئڻ ٿا، ۽ شريف انسان اهو آهي جو
ٻانهن کي جيئڻ ڏئي وڏو انسان سڀني کان وڌيڪ دائمي
حياتي ۽ بهشت ۾ سڀني جي بهترين سڪونت حاصل
ڪري ٿو،

دوستو! اڄ رات اها خدا جي مهماني توهان لاءِ
تيار آهي، توهين ٻڌائين ته ان لاءِ تيار ٿي ظالم اڳيئن کي
فنا ڪريو؟

هاڻي ڀائرو تيار ٿيا ۽ اسيئن غفلت جي ننڊ ۾
هوا ته غازيءَ جي توپخاني مان گولا ڇڙڪيا، هو اوچتو
حملي کان گهٻرائجي ويا مگر اهي هوندي به تيار ٿي اوائون
ڳالهه لڳا سو غازي جو لشڪر وڌندو ويو سان جو
وجهه مٿان ڪڏهن ۽ اهو هن حالت ۾ ٿي جو اسيئن
هڪڙا مٿا ٻيا ٻڌجي ويا تمام قيد ٿيا، ۽ ڪروڙن جو
جنگي سامان غازيءَ جي فوج کي هٿ آيو، اسيئن
جو وقار خاڪ ۾ ملي ويو!



# باب چوٿون

## بہ بهشتي گل

غازي محمد بن عبدالڪريم باقاعدہ ريف جو حاڪم ٿيڻ کان پوءِ هن ملڪ جو انتظام قرآني اصولن تي رکيو، انهي ڪري سردارن ۽ قبيلن جي ماڻهن جي هڪ انتظامي ڪائونسل ٺاهي ويئي جا حڪومت کي صلاح لڳي، هي وزير ۽ ميمبر ڪي هندستاني وزيرن ۽ ميمبرن وانگر قوم جي بدڪاري جو جوهر نہ هئا بلڪ سچي قوم جي شرافت جو عطر هوا جي اعلى درجي جا خدا ترس، پاڪباز ۽ سمجهدار هوا، هن حڪومت جو نظام انهيءَ طرح سان هلندو جو خلافت راشدہ ۽ حضرت عمر بن عبدالعزيز، حضرت سلطان اورنگزيب حضرت سلطان فتح علي عرف ٽيپو شهيد سلطان محمد بن احمد سوڊاني رحمة الله عليهم اجمعين جون حڪومتون لهي لڳيون *

---

* نوٽ - خلافت راشدہ ۽ حضرت عمر بن عبدالعزيز جا حالات لڪست تي اسانجي تاريخ اسلام ۾ شايع ٿيندا سلطان اورنگزيب سلطان ٽيپو شهيد جا حالات الڳ ڪتابي صورت ۾ اسلامي تاريخي ناولن جي سلسلي ۾ شايع ٿيندا، سلطان سوڊاني جا حالات اسانجي ناول مجاهد مصر ۾ پڙهو قيمت ٠-٤-١

اسپين سان اگرچ ننڍيون ننڍيون جنگيون ٿينديون رهيون پر فيصلي ڪن جنگ اها ٿي سگهي جا ١٦ آڪٽوبر ١٩٢٤ جي ٿي ، اسپين وارن اٺين سئين زبردست بهادر جنرل پرائمو دي ريورا جي هٿ هيٺ ڪافي لشڪر ۽ زبردست بارود خانو گڏ ڪيو ۽ جنرل کي حڪم ڏنو ته جيڪي ڪجهي سو ڪهڙائي وٺ پر اسان جي لڄ رک .

امير عبدالڪريم به هن خطري کان غافل نه هو هن به وڏو لشڪر تيار ڪيو ۽ ڪافي بارود خانو به اٿيو سان گڏ حضرت شيخ سنوسي به ساري ملڪ ۾ گشت ڪري مجاهد تيار ڪرڻ لڳو ( شيخ سنوسي انگورا جي جنگ ۾ به غازي مصطفيٰ ڪمال کي ڪافي مدد ڪئي هئي جي حالات اسان جي ناول مصطفيٰ ڪمال ۾ پڙهو ) ۽ غازي عبدالڪريم وٽ لک کان مٿي مجاهد موجود ٿي ويا .

مگر انتري هوندي به اسپين شيطاني بارود خانه اڳيان مجاهدن جي گهڻي حصي جي تباهه ٿيڻ جو ڊر امڪان هو ۽ غازي کي هر مجاهد جي جان دنيا جي هر چيز کان وڌيڪ مٺي هئي هن انهن جي جان کي الله تعاليٰ جي ياد ڪرڻ ڪيئن به صورت انهي جاچيو ان ڪري مجاهدن کي گڏ ڪري انهن کي ڪمانڊن ۽ چالين ته مولڪي پنج سو هزار بهادر ۽ دانشمند مجاهد گهرجن جي لڙائي ۽ سورهن جا وڻ آساني سان شهيد ٿي

باھ لڳائي بارود خاني وٽ ويو ۽ ڏيئار ٻڌڻ ۾ مشغول سپاهين اهڙيءَ جلدي سان سوراخ ڪري فتيلي ۾ باھ رکي زور سان آواز ڪيائون ته ” الله اڪبر! مجاهدن ماڻهن کي اطلاع ڏجو ته مولا الله پاڪ ڪامياب ڪيو ۽ ڪلمو ڪڍندو بهشت ڏي وڃان ٿو! “

انهيءَ چئي هن بارود خاني کي تيلي باھ ڏني هڪ قيامت جهڙو ڌماڪو ٿيو ۽ سارو بارود خانو جوان مجاهد سميت اڏامي ويو غازين ۾ خوشيءَ جا نعرا لڳي ويا!

هاڻي قبرستان مان مشين گنن ۽ بندوقن جا ٺڪاءَ ٿيا، اسپيني سپاهين لڙائيءَ جو رخ اوڏانهن ڦيرايو ۽ ان طرف ڪا وڏي فوج سمجهي الا ڌڙاڌڙ فائر ڪرڻ لڳا ۽ ايستائين بارود ضايع ڪندا رهيا جيستائين هو پنج سؤ جانباز ڪم نه اچي ويا!

اسپينين جو تمام گهڻو بارود انهن پنج سؤ جانبازن تي ڪم اچي ويو ته ٻئي طرف کان غازيءَ جي فوج ۾ جگر ٽوڙ حملو ڪري ڏنو اسپينين جو ڪيترو ئي بارود قبرستان وارن مجاهدن تي کپي رهيو هو هاڻي هنن سمجهيو ته ٻئي طرف کان ٿوري فوج جي حملو ٿي ڪري ان ڪري ڪجهه لوڪن انهيءَ طرف به ڪاهيو پر سپاهين اصل اوچتو. قبرستان جي طرف کان هٽي انهيءَ طرف اهڙي ته الڌا ڌڙڪ ڪرڻ ٻاري ڪيائون جو ورهين جا مردا به قبرن مان اٿي آيا!

اهڙو اهو امر جو قبرستان جا پنج سؤ مجاهد شهيد ٿي ويا پر خود اصل فوج مان تمام ٿورڙا سپاهي ضايع ٿيا ۽ پيا وڃي اسپينين مٿي ڪڙڪيا، هزارن اسپيني قيد ٿيا ڪروڙن جو سونو سامان ۽ بندوق بارود، توپون ۽ هوائي جهاز مجاهدن کي هٿ آيا هن جنگ کان پوءِ اسپينين جا ڇڪجي ٿي ڇڏي ويا ۽ هو "ڪميٽ ريف" (ريف خالي ڪريو) جو نعرو ڇڏي ڪان پاڻمڃي هٽندا ريف کي خالي ڪندا ويا!

---

# اورنگزيب جو انصاف

(١)

صبح جو وقت هو، هندستان جو اعظم الشان بادشاهه محي الدين محمد اورنگزيب رحمة الله عليه قرآن پاڪ جي دور مان فارغ ٿيو ته چوبدار عرض ڪيو ته "هڪ پنڊت فرياد پيش ڪرڻ لاءِ منتظر آهي"

جواب مليس ته، ان کي پيشقدم عزت سان پيش ڪيو وڃي،

ٿوري دير ۾ هڪ اٺن ورهين جو پنڊت ايندو ڏسڻ ۾ آيو، بادشاهه کي سامهون ايندي هو سجدي ۾ سر رکڻ لاءِ اٿيو،

شاهه اورنگزيب هن کي ڏسندي ئي پيشقدم وڌي کيس روڪي چيو "پنڊت جي! هڪ ڌڻي پاڪ کان سواءِ ٻئي ڪنهن به انسان اڳيان سر جهڪائڻ نه گهرجي اهو سخت گناهه آهي ۽ اسان جو ڌڻي انهي کان سخت ناراض ٿئي ٿو!"

پنڊت ڏانهس ڏسي چيو "معاف ڪجو حضور! اسان جي واهاڻن جو اهو رواج آهي"

شاهه جواب ڏنو "مهراج، هن ۾ معافي گهرڻ جي ڳالهه نه ڪانهي، آءٌ به هڪ انسان آهيان ۽ اوهين به انسان آهيو، هڪ انسان جو فرض آهي ته ٻئي

انسان کي ڪا غلطي ڪندو ڏسي ته هن کي اهي ڪام
ـباز رکي ؟

اوهان جي راڄائن کي اهي خدائيءَ مان مزو اچي
ٿو جو ڪي سڀڪن جهڙا انسان هجن اڳيان مٿا جهڪائين
۽ نڪ گسائين، اهي ڪري هجن اوهان کي انهن ڳالهين
تي هموراني چڙهيو آهي،

مگر انسان جو ڌڻي پاڪ پنهنجي پاڪ ڪلام ۾ فرمائي
ٿو ته ” ان المساجد لله فلا تدعوا مع الله الها واحدا بيشڪ
سجدن ڪرڻ جو لائق هڪ الله ئي آهي اوهين ان
سان گڏ ڪنهن ٻئي کي ڌڻي نه سڏيو “ جيڪو
انسان پنهنجي هڪ ڌڻي کي ڇڏي ٻين اڳيان
سر جهڪائي ٿو، ٻين کي ان داتا ( رزاق ) سمجهي
ٿو، ٻين کي امداد ۽ پورائيون ڪندڙ سمجهي
سوال ڪري ٿو، ٻين کان دپ رکي ٿو، ڌڻيءَ جي
قانون جي ابتڙ هلندڙ ٻين جي قانون کي مڃي ٿو
اهو پنهنجي ڌڻيءَ کي اڻڀو ناراض ڪري ٿو جو هو
ڪڏهن آئينده ڀلائي ۾ ڪئي نه ڪري ساري زندگي
ڏکي ٿو،

[ ۲ ]

پنهنجي ڏاڍهس ڏسي جيو ” ڪهڙي ته نيڪ آهي
اوهان جي پاڪ ڪتاب جي تعليم! ڪاش! جيڪڏهن
سڀ انسان اهي ڳالهيون قبول ڪري مٿس عمل ڪن!

مگر حضور! اوهان جي پاڪ ڪتاب ۾ انصاف بابت
ڪهڙا حڪم آهن؟"

شاهه جواب ڏنو: اسان جي پاڪ ڪتاب ۾ فرمايل
آهي ته اذا حكمتم بين الناس فاحكموا بالعدل [جڏهن
تون ماڻهن ۾ فيصلو ڪرين ته عين انصاف سان فيصلو
ڪر] كونوا قوامين لله شهداء بالقسط [او مؤمنو الله
ڪارڻ انصاف جي شاهدي ڏيڻ لاءِ ڪڙا ٿيو] ان الله
يحب المقسطين (يعني الله تعاليٰ انصاف ڪندڙن کي
پسند ڪري ٿو)

پادري - ڇا حضور جڏهن انصاف گهرندڙ غير
مسلم ۽ جوابدار مسلمان هجي ته؟

شاهه - ته به ساڳي ڳالهه آهي! الله تعاليٰ فرمائي ٿو
ته ولا يجرمنكم شنآن قوم على ان لا تعدلوا، اعدلوا هو
اقرب للتقوى (يعني اوهان کي ڪنهن قوم جي دشمني
اهڙي ڳالهه تي هرگز مائل نه ڪري ته انهن انصاف
نه ڪريو، بلڪ انصاف ئي ڪريو، اهو ئي ديندار
پرهيز لاءِ لائق ڪري ٿو)

پادري - ڇا جڏهن اهو جوابدار اوهان جو مقرب
هجي ته؟

شاهه - ته به الله تعاليٰ ٿو فرمائي ته يا ايها الذين امنوا
كونوا قوامين بالقسط شهداء لله ولو على انفسكم
او الوالدين والاقربين ان يكن غنيا او فقيرا فالله

اوليٰ بهما فلا تتبعوا الهويٰ ان تعدلوا وان تلوا او تعرِ ضوا فان الله كان بما تعملون خبيرا ( اي مومنو ! انصاف تي قائم رهو الله خاطر شاهدي ڏيندڙ ٿيو توڙي پاڻ کي اوهان ناٺ کي ماءُ پيءُ يا عزيزن کي هجي اهو ( اهي ڏوڙ ) ڀلي شاهوڪار هجي يا غريب، پر الله تعاليٰ هنن تي وڌيڪ آهي ، ۽ انصاف ڪرڻ ۾ پنهنجي نفس جي چئي تي نه لڳو ، ۽ جيڪڏهن ور وڪڙ سان ڳالهائيندو يا منهن موڙيندو ته ياد رکو ته الله تعاليٰ اوهان جي ڪمن کان خوب واقف آهي ( ۴ - ۲۰ )

پنڊت - اهڙو ڪو مثال آهي جو مسلمان حاڪم پنهنجي ڪنهن عزيز کي سزا ڏني هجي ؟

شاه - اها سزا ته نهو پر حضرت عمر رضي الله عنه پنهنجي پٽ کي زنا کان ڇا ڪئي ڪٺو مارائي ڇڏيو ، مگر اهي ته ڪٽي وڏا پاڪ باز انسان هوا ، پر اسان جهڙن گنهگارن مان به ٿوري عرصي جي ڳالهه آهي ته اسانجي مرحوم و مغفور ڏاڏي شاه جهانگير سعدس والده جو پالڻهار ۽ پنهنجو پالڻ پٽ سيف الله گورنر بنگال ، هڪ غريب ڪڙميءَ جي پٽ جي خون جي عوض پنهنجي ڏيءَ سان مارائي ڇڏيو ! *

---

* پڙهو اسانجو ناول غيرت عرف نورجهان جو پٽ قيمت ۰-۵-۰

